# ارپنا

پنهنجي جيجل ماءُ زينب کي، جنهن مون ۽ منهنجي معذور ڀيڻ لاءِ زندگي جي هر خوشي قربان ڪري اسان کي جيدان بخشيو آهي

۽

ساٿي بخشل ٿلهي کي، جنهن عاصم آخوند کان پوءِ سنڌ اندر ڪميونسٽ فڪر ۽ سياست کي نئين سر متعارف ۽ متحرڪ ڪرڻ لاءِ پنهنجي حياتي ارپي ڇڏي آهي.

# فهرست

# مهاڳ

ماڻهو هڪ سماجي جِيو آهي. ماڻهوءَ سماج کي ۽ سماج ماڻهوءَ کي جنميو آهي. ماڻهوءَ کان بغير نہ سماج جو ۽ نہ سماج کان بغير ماڻهوءَ جو ڪو وجود ممڪن آهي. اهو ئي سبب آهي جو سدا کان ماڻهو پنهنجي اوسي پاسي جي ماحول يا سماج کي ماڻهپي لائق بڻائڻ جا وس ڪندو رهيو آهي. چاڪاڻ تہ پنهنجي ماڻهپي کي لهڻ جو اهو ئي گس ٿي پئي سگهيو. تنهنڪري چئي سگهجي ٿو تہ هيل تائين جي سماجي اوسر ماڻهپي جي اوسر آهي. شايد ڪجهہ پڙهندڙن کي اها ڳالهہ عام مشاهدي جي اُبتڙ نظر اچي جنهن مطابق سماجي اوسر سان ماڻهو پنهنجي ماڻهپي کان ڏور ٿيندو ويو آهي. اڳ مهمان ڏسي جيتري خوشي ٿيندي هئي اڄ مهمان کي ڏسي اوترو پريشاني ٿي وڃي ٿي تہ بجيٽ جو خسارو اچا وڌي ويو. پنهنجي سامهون مريض کي اڳ ڪنهن حڪيم ايئن مرڻ ڪونہ ڏنو هوندو جيئن اڄ هڪ ڊاڪٽر في نہ هجڻ ڪري ڪندو آهي. اڳ شايد ئي ڪڏهن ايئن ٿيندو هجي تہ هڪ انسان کي روڊ پاسي ڦٿڪندو ڏسي، ٻيو انسان بيرحميءَ سان گذري ويو هجي پر ڪجهہ ايڪڙ ٻيڪڙ مثال ڇڏي ڪري ائين ٿئي پيو. اڳ ائين ڪونہ ٿيندو هو تہ توهان کي پاڙي جو گوشت چئي گڏهہ جو ۽ ٻڪري جو گوشت چئي توهان کي ڪُتي جو گوشت کارايو ويندو هجي پر هاڻ اهو بہ ممڪن ٿي پيو آهي . اڳ پنهنجي گهر سامهون تہ ڇا پر پاڙي ۾ ڪو ڪنهن کي بُک وگهي مرڻ ڪونہ ڏيندو هو جيئن اڄ ٿئي پيو. اها بہ حقيقت آهي تہ سرمائيداريءَ کان اڳ اسانجي نندي ڪنڊ ايتري بُک بہ ڪونہ ڏٺي هئي جيتري انگريز دور ۾ بنگال ڏٺي جنهن ويهين صدي جي اڌ ۾ ڏڪر دوران پنهنجا ٽيهہ لک ماڻهو وڃايا.

اڳ ڪنهن بہ جنگ اندر پنج منٽن ۾ ڏيڍ لک ماڻهو ائين ڪونہ مئا هيا جيئن ويهين صدي جي اڌ ۾ هيروشيما ۽ ناگاساڪي اندر مئا پر اهو تہ آهي مٿاڇري نظر جو منظر، عام شعور ۽ عام مشاهدو :جنهن جي پاڻ ڳالهہ مٿي ڪئي سين، اُنجي اُبتڙ گهري نظر، فلسفياڻو شعور ۽ ڳوڙهو مشاهدو ڪجهہ ٻيو ٻڌائي ٿو. اهو ٻڌائي ٿو تہ اڳ ڏهہ رپين جي ٽِڪي جي جيڪڏهن نہ هئڻ سان ماڻهو مري ويندو هو تہ هاڻ انجي بچڻ جا امڪان گهٽا آهن. اڳ جيڪڏهن مڙس جي مرڻ سان زال کي بہ ساڻس گڏ چِتا تي چڙهڻو پوندو هو تہ هاڻي جيڪڏهن زال چاهي بہ پر اهو ممڪن ڪونهي. اڳ جيڪڏهن بادشاهہ پنهنجي تلوار سان جڳ سامهون ڪنهن کي ماري ڇڏيندو هو تہ ڪو بہ پڇڻ وارو نہ هوندو هو پر ذوالفقار ڀٽي جهڙو سگهارو ماڻهو بہ ڪنهن جي قتل جي ڪوڙي ڪيس ۾ اڄ ڦاهي چڙهي سگهي ٿو. اڳ جيڪڏهن ڪو غاصب يا آمر مغلن جيان ڏور ڏيساور کان اچي ٻين جي خطن تي قبضا ڪري جيڪڏهن ويهي ويندو هو تہ سندس نسل جي حڪمراني ست ست سو سال پئي هلندي هئي پر هاڻي ست نہ تہ ڪجهہ ڏهاڪن ۾ پر هر آمريت جو فيصلو ٿي وڃي ٿو. عوام اڳ جي ڀيٽ ۾ هاڻي گهٽو عرصو غلام نہ ٿو رهي. سوال ٿو پيدا ٿئي تہ عوام اهڙي ڪهڙي شئي پنهنجي هٿ ۾ ڪئي آهي جنهن سان هُن پنهنجي مجموعي غلامي جي عمر گهٽائي ڇڏي آهي. ان سوال سان اسان پنهنجي مٿي ڇيل هڪ ڳالهہ تي واپس اچي وڃون ٿا تہ سدا کان ماڻهو پنهنجي اوسي پاسي جي ماحول يا سماج کي ماڻهپي لائق بڻائڻ جا وس ڪندو رهيو آهي. ان لاءِ مختلف دورن ۾ هُن پنهنجي مادي اوسر جي ڏاڪي پٽاندڙ مختلف شين کان ڪم ورتو آهي. شروع ۾ اهو پورهيي سان گڏ فن هو ڇو تہ پورهيو پاڻ فن هو پوءِ وارو آيو اخلاق جو ۽ ثقافت جي اسرڻ جو. جڏهن ماڻهو پاران ٻي ماڻهو سان پيش اچڻ ۾ اخلاقي حدبنديون بہ کُٽڻ لڳيون تہ پوءِ پورهيي سان ياري قانون ملهائي. جڏهن اڳيان هلي قانون بہ کٽڻ لڳو تہ ٻئي دور ۾ ماڻهو مذهب ڪٽي آيو جيڪو پنهنجي پاڻ ۾ تاريخي اوسر جي ڏاڪي اندر قانون، اخلاق ۽ فلسفي جي هيڪڙائي هيو. ان پوري عرصي ۾ فلسفي بہ پاڻ مٿان ڏند ڪٽائي چوغو لاهي

پنهنجي بادشاهي جو اعلان ڪيو. پر پنهنجي مادي حاصلاتن سان مذهب کي جيترو ڏڪ سائنس هنيو اوترو ڪنهن ٻئي شعبي نہ هنيو. پر اسان ڏٺوسين جڏهن سائنس جي اوسر بہ پنهنجي چڙواڳ ماحول ۾ ماحولياتي سوال پيدا ڪري پوري ڌرتيءَ جي گولي کي تباهي جي ڪناري نہ پر تباهي جي منهن ۾ وڌو. تڏهن سوال پيدا ٿيو تہ هاڻي ماڻهو پنهنجي ماحول کي بهتر ڪرڻ لاءِ ڪهڙو وس ڪري. نئين جواب جي ڳولا جيستائين سڤل ٿئي تيستائين اهو بہ ٻڌائيندو هلجي تہ اڄ بہ ڪوڙمارن ماڻهن جو اهو خيال آهي تہ ڪا وائي لکي، يا فن جي تشهير ڪري سماج سڌاري سگهجي ٿو. اڄ بہ ڪجھ ماڻهن مطابق جيڪڏهن ماڻهو بااخلاق ٿي وڃي يا ٻڌ (جيڪو منهنجي تاريخ جي پسينديده شخصيتن منجهان هڪ رهيو آهي) جهڙو ٿي پئي تہ دنيا سڌري ويندي. اڄ بہ اهڙا ماڻهو آهن جن جي سموري لڙائي صرف آئيني بدلاءَ ۽ قانوني ويڙھ تائين محدود آهي. اڄ بہ تمام گهڻن ماڻهن مطابق ڪنهن خاص مذهبي فرقي جي نفاذ سان سمورا سماجي مسئلا حل ٿي سگهن ٿا. ڪجھ دانشور اڄ بہ ان خيال جا آهن تہ عوام جيڪڏهن پنهنجي غلامي جا سبب فلسفياڻي شعور ذريعي سمجهي وٺي تہ غلامي ختم ٿي ويندي. اڄ بہ ماڻهو سمجهن ٿا تہ جيڪڏهن سائنس ماحوليات جو سوال پيدا ڪيو آهي تہ اها حل بہ پنهنجو پاڻ ڪري ويندي ( توڙي جو اهو حل ائين هوندو جيئن روزگار جا نوان موقعا پيدا ڪرڻ لاءِ نجڪاري ڪئي ويندي آهي). تنهن ڪري ماضي ۾ انسان جيڪي وس ڪامياب طريقي سان پنهنجي دور ۾ ڪيا آهن اُهي هاڻي بہ ڪري پيو پر سچي ڳالھ اها آهي تہ سماجي تبديليءَ جي عمل ۾ سماجي شعور جون مٿي ڄڻايل سموريون شڪليون هاڻ ڏنڊليون ٿي رهيون آهن ۽ ٻين لفظن ۾ اڄ جي دور ۾ پنهنجي سموري ڪارج سميت اهي شڪليون (فن، اخلاق، قانون، مذهب، فلسفو سائنس) پنهنجي حدن کي اظهارين پيون. سو ڪو نئون وس گهرجي پيو ۽ اهڙي حالت ۾ سياست جو ظهور ٿيو. ايئن تہ سياست بہ تاريخ ۾ رياست جي وجود سان گڏ پيدا ٿي چڪي هئي پر هميشہ حڪمران ئي هيا جن کي سياست جي اجازت هئي ۽ جيڪي ان فن ۾ ماهر هيا. عوام تہ ڪڏهن

ڪڏهن بيزار ٿي بغاوتون ڪري سياست جي اُفق تي اڀري بہ ايندو هيو پر سياست عام جو جيئڻ جو انداز نہ هئي. هڪ ماڻهو هڪ ووٽ واري جهڙي تهڙي جمهوريت بہ ويهين صدي جي حاصلات آهي سو آخري ملهہ ماري سياست ۽ عوامي سياست بغير عوامي نظريي جي ٿيندي ڪونهي. جيڪڏهن پاڻ کي پورهيتن، محڪوم قومن، مظلوم جنسن لاءِ سياست ڪرڻي آ تہ اسان کي تاريخ جو اُهو سمورو علم بہ هاڻ ءَ سان هنڊائڻو پوندو جنهن کي پهرين ڏينهن کان مزاحمتي علم ۽ عمل جنميندو آيو آهي ۽ جديد دور جي ان علم کي اسان مارڪسزم چئون ٿا. ٻين لفظن ۾ مارڪسزم، پورهيتن، مظلومن ۽ محڪومن جي سياست جو نظريو يا علم آهي.

عام طور تي مارڪسزم مان مراد ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلز جون لکڻيون سمجهيو ويندو آهي. جنهن ۾ لينن جي اضافي سان مارڪسزم لیننزم جو اصطلاح وجود ۾ آيو پر سچ اهو آهي تہ مارڪسزم صرف انهن عظيم انقلابي اڳواڻن جي لکڻين جو نالو ڪونهي. مارڪسزم انهن سمورن فلسفياڻن، سماجي، معاشي ۽ سياسي خيالن جو هڪ گڏيل عضوياتي سرشتو آهي جيڪو سماج جي تاريخي اوسر ۽ انجي انقلابي ڪايا پلٽ جي عمل ۾ هڪ پاسي پاڻ متاثر ٿئي ٿو ۽ ٻي پاسي ان پوري عمل کي سمجهائي ۽ اُن جي رهنمائي ڪري ٿو. اوڻهين صدي جي وچ ۽ آخر ۾ جڏهن فطرت بابت سمورا علم (فزڪس، ڪيمسٽري، بايولاجي، جيولاجي وغيره) تاريخي ۽ ارتقائي بنيادن تي نئين سر اُسري ۽ نسري رهيا هيا تڏهن فلسفو معاشيات ۽ سماجيات جهڙا سماجي علم بہ پنهنجي پراڻي ميڪانڪي خول منجهان آزاد ٿي رهيا هيا. انگريزي معاشيات، جرمن فلسفي ۽ فرانسيسي سياسيات اهي علمي بنياد فراهم ڪيا جنهن جي نتيجي ۾ مارڪسزم هڪ مربوط انقلابي نظريي يا ٿيوري جي حيثيت ۾ ظاهر ٿيو ۽ پنهنجي سائنسي ڳر (جدلياتي ماديت) سبب اڄ سوڌي پنهنجي نفي ڪندي اوسر ڪندو رهي ٿو. هاڻوڪي دور ۾ جڏهن اشتراڪي روس جو خاتمو ٿي چڪو آهي ۽ ڪوڙ ساريون ٻيون اشتراڪي رياستون بہ يا تہ سرمائيداريءَ جي حق ۾ تبديل ٿي چڪيون آهن يا

وري تبديل ٿي رهيون آهن تڏهن فڪري لحاظ کان مابعدالجديديت جا موتمار اثر بہ مارڪسزم تي پهرين کان وڌيڪ پئجي رهيا آهن جنهن جي نتيجي ۾ هڪ پاسي تاريخ جي خاتمي جا نعرا لڳڻ شروع ٿيا تہ ٻي پاسي سمورن سماجي علمن کي سائنس جي دائري منجهان ٻاهر ڪڍي مارڪسزم جي اهميت کي ئي ختم ڪرڻ جون ڪوششون شروع ٿيون. مابعد جديديت جا اثر فن، ادب ۽ آدرشي سياست تي سگهارا اچا بہ انڪري محسوس ٿين ٿا ڇو تہ اڄا بہ سامراجيت پهرين کان بہ ننگي جارحيت ۾ اڳيان اڳيان آهي ۽ سندس سامهون عوامي مزاحمت اڃا بہ ڪمزور آهي. اڃا بہ پورهيت پنهنجي نظرياتي هٿيار کان ۽ نظرياتي هٿيار پنهنجي مادي قوت کان محروم آهي. پورهيتن کي پنهنجي سياست ڪرڻ ۽ پنهنجو ڪائناتي تصور جوڙڻو پوندو. مظلوم ۽ محڪوم جيسيتائين پاڻ کي حڪمرانن جي اک سان ڏسندا ايندا تہ هو پاڻ کي ڪمزور، لاچار، ننڍڙڪو، هڏحرام، مايوس ئي ڏسندا. مارڪسزم پورهيتن جي اها اک آهي جنهن لاءِ لطيف چيو هو تہ ”اک الٽي ڏار“. اڄ جڏهن وري پاڪستان ۽ سنڌ ۾ قومي طبقاتي جبر ۽ استحصال عروج تي آهي ۽ عسڪري قوتون عوام دوست ٿي ظاهر ٿيڻ ۽ قبولجڻ لڳيون آهن تہ ابتي اک جي ضرورت بہ شديد ٿي وئي آهي. ڇاڪاڻ تہ عوامي صفن اندر مايوسي اڳ ايتري نہ هئي جيتري هاڻي آهي. نظرياتي سياست جو ڏڪار اڳ ايترو ڪونہ هو. هڪ اهڙي وقت ۾ ڪامريڊ لطيف لغاري جو پورهيو ۽ ترجمو لازمي ۽ ضروري هو. هن ڪتابچي جو برطانوي ليکڪ ايمل برنس (1889 1972)، 1921ع ڌاري ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. گڏوگڏ هُو ڪيترن ئي پارٽي ميگزينن جو ايڊيٽر پڻ ٿيو ۽ تمام گهڻا ليک لکيائين. ”مارڪسزم ڇا آهي؟“ جي نالي سان ايمل برنس جو هي ڪتابچو 1939ع ڌاري ڇپجي ظاهر ٿيو. سندس ٻين اهم ڪتابن ۾ ”ڇا اسان انقلاب جي ويجهو آهيون (1926ع)، ڇا اسان نين يونينن کان خوف کائون ٿا (1929ع)، ڪميونسٽ تشهير جا ويهہ سال (1940ع)، پورهيتن جي راهِ مشعل (1942ع) شامل آهن. توهان جي هٿن ۾ سندس هي ڪتابچو مارڪسزم جو هڪ تعارف آهي. ٻين لفظن ۾ مارڪسي

فڪر ۽ فلسفي جي ابتدائي ڄاڻ آهي، انجي ا ب ت آهي، هڪ اهڙي ڄاڻ جيڪا تاريخ، فلسفي ۽ سياست جي هر نيئن شاگرد لاءِ بنيادي آهي. هن ڪتابچي کي مارڪسزم جو هڪ "تعارف" يا "ابتدائي ڄاڻ" چوڻ تي زور انڪري بہ ڏجي ٿو تہ جيئن هن ڪتاب ۾ ڏنل سمجهاڻين کي تفصيلي، قطعي، ۽ گهرو ڪري نہ سمجهجي ڇو تہ مارڪسزم صرف فلسفو نہ پر هڪ عملي سائنس آهي جنهن ۾ هر نئين دور جي سمجهہ، انجا تضاد ۽ عملي جدوجهد اضافو ڪندي رهندي آهي. اميد جو نئون شعور هن پورهيي منجهان لاڀ حاصل ڪندو. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن انقلابي سياست کي سگهارو ڪرڻو آهي تہ پوءِ سنڌ اندر نئين سري سان نظرياتي جدوجهد جو دور موٽائڻو پوندو ساڳي وقت اهو سبق بہ نہ ويسارجي تہ گڏيل انقلابي عمل جي بغير انفرادي نظرياتي جدوجهد جي تجريدي يا هوائي ٿي وڃڻ جا امڪان بہ هوندا آهن. تنهنڪري نظرياتي جدوجهد جو عملي جدوجهد سان لازمي شرط وارو تعلق هوندو آهي. آخر مان مترجم پاران ڪامريڊ جاويد سولنگي، ڪامريڊ فيصل ميمڻ ۽ ڪامريڊ اديب رتڙ جو نالو ڪڻڻ ضروري ٿو سمجهان جن جي پورهيي بغير، هي ڪتاب توهانجي هٿن ۾ نہ هجي ها.

شاهہ عنايت
ايڊيٽر سماجواد ميگزين
حيدرآباد

# دنيا بابت سائنسي نقطهءِ نظر

مارڪسزم هڪ معاشرتي سائنس آهي، جيڪا اسان کي هن عالمَ انسانن ۽ انساني سماج جي مختلف پهلوئن بابت سُرت، ساڃاهه ۽ پرک ۽ پروڙ فراهم ڪري ٿي. هن فلسفي جو باني ڪارل مارڪس هو جيڪو سن 1818ع ۾ جرمنيءَ ۾ ڄائو ۽ 1883ع ۾ لاڏاڻو ڪيائين. هن فريڊرڪ اينگلس (1820_1895) سان گڏجي اوڻيهين صديءَ جي آخر ۾ هيءُ نظريو پيش ڪيو.

ڪارل مارڪس جي سموري زندگيءَ جي جُهد جو محور هو ته نيٺ به اسان جو سماج هاڻوڪيءَ سطح تائين ڪيئن پهتو اهو سدا مَتبو ۽ تبديل ڪيئن ٿيندو رهيو ۽ اڳتي هلي ان ۾ ڪهڙي قسم جي تبديليءَ جا امڪان موجود آهن. هُن پنهنجي گوناگون مطالعي مان اهو نتيجو اخذ ڪيو ته جهڙيءَ ريت معروضي دنيا ۾ رونما ٿيندڙ لقاءَ ۽ واقعا اتفاقي نه هوندا آهن، بلڪل اهڙيءَ ريت انساني سماج ۾ به تبديلي اتفاقي نه ٿي ٿئي، بلڪ ان ۾ ڪي خاص اصول ڪارفرما هوندا آهن. هن پنهنجي علم جا بنيادَ مذهبي وهمن، وسوسن يا نسلي وڏماڻهپ جي بنيادين تي ڪين رکيا، ۽ نه ئي وري خيالي ڳڻ ڳوت تي آڏاريائين، بلڪ انساني تاريخ جو ڳوڙهو سائنسي اڀياس ڪري اهڙا اصول ڳولي لڌا، جيڪي سماج جي تبديليءَ جي ڳر ۾ شامل هجن ٿا. جيڪي انساني تاريخ کي ڪري سائنسي تجربي جي ڪسوٽيءَ تي پرکيندا ۽ پُرجهندا آهن.

مارڪس جيڪي اصول ڳولي لڌا، تن کي هُن پنهنجي چوڌاري موجود حقيقي دنيا تي پڻ استعمال ڪري ڏيکاريا. مارڪس تن ڏينهن ۾ انگلستان ۾ رهندو هو جتي سرمائيداراڻو نظام رائج هو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو هن سرمائيداراڻي معاشي نظام تي وڏ ۾ وڏ ڪم ڪيو جيڪو بعد ۾ سندس ناماچاريءَ جو وڏو ڪارڻ بڻيو. مارڪس سدائين چوندو هو تہ سندس معاشيات جي لکڻين کي ڪڏهن بہ تاريخي ۽ سماجي نظرين کان الڳ ڪري نہ ڏٺو وڃي، مثال طور نفعي ۽ پورهيي جي مسئلي تي جيڪڏهن ويهي غور ڪجي تہ معاشي لحاظ کان نہ رڳو هڪ پاسائون غور ڪرڻ ممڪن ٿي سگهندو پر جيڪو ماڻهو هوائي توائي انداز ۾ نٿو سوچي پر زميني حقيقتن واري انداز ۾ زندگيءَ کي حقيقي ڪسوٽي تي پرکي ڏسي ٿو سو ان حقيقت جي درست ڇيد تي تڏهن ئي پهچي سگهندو، جڏهن هو سرمائيدار، مزدور جي لاڳاپن تي ڳوڙهو غور ڪندو ۽ جڏهن هو ان انداز ۾ غور ڪندو تہ کيس اوس ئي اُن تاريخي دور جو پڻ ڳوڙهو اڀياس ڪرڻو پوندو آهي، جنهن جُڳ ۾ سرمائيدار ۽ مزدور طبقا پئدا ٿيا هوندا آهن.

سماج جي ارتقائي ترقيءَ بابت جڏهن اسين سائنسي نقطہ نگاهہ سان سوچ ويچار ڪندا آهيون تہ منطقي طور تي اسين ان عمل کي پنهنجن تجربن، پنهنجين تاريخي حقيقتن ۽ اسان جي چوڌس موجود چرندڙ پرندڙ دنيا جي پرک پروڙ تي آڌاريندا آهيون.

بلڪل اهڙيءَ ئي ريت مارڪسزم بہ ڪو جامد نظريو نہ آهي، بلڪ اهو هڪ ارتقا پذير يا اوسر ڪندو رهندڙ سائنسي نظريو آهي. وقت گذرڻ سان گڏ جيئن جيئن نوان نوان مشاهدا ۽ تجربا ٿيندا رهن ٿا، نيون حقيقتون سامهون اينديون رهن ٿيون، تيئن تيئن ان جي اوسر ٿيندي رهي ٿي. جيئن علم ڪيميا ۽ طبعيات طبعي سائنسن جو شاخون آهن، علم حيوانات، نباتات ۽ طب

وغيره حياتياتي سائنس جا موضوع آهن بلڪل اهڙيءَ ريت مارڪسزم معاشرتي سائنس آهي. جيئن جيئن حالتون مَتجن ٿيون، ارتقا جو عمل اڳتي وڌي ٿو نوان نڪور تجربا ٿين ٿا تيئن تيئن مارڪسزم جي فڪر جي پڻ اوسر ۽ اونهائي ٿيندي رهي ٿي. مارڪسزم جي فڪر جي روشنيءَ ۾ اسين حالتن جو تجزيو ڪندا آهيون ۽ نين نين حقيقتن کان آگاهہ ٿيندا رهندا آهيون. مثال طور، مارڪس جي وفات ڪانپوءِ سرمائيداراڻو نظام هڪ نئين عهد ۾ داخل ٿيو جنهنکي اسين سرمائيداراڻو سامراجي دؤر ڪوٺيون ٿا. هن دؤر جو تجربو لينن ڪيو ۽ پوءِ استالن ان نظريي ۾ وڌيڪ وسعت آندي ۽ انهيءَ نظريي جي درست پُرجھہ ۽ پروڙ جي نتيجي طور سوويت يونين ۾ اشتراڪي نظام قائم ٿيو.

سماج جو سائنسي طريقي سان اڀياس ڪرڻ ذريعي ۽ علم ۽ تجربي جي روشنيءَ ۾، اُن تبديل آڻي سگهجي ٿو. جڏهن اسين سائنسي علمن جي آڌار تي سماج جي پرک پروڙ ڪندا آهيون تہ اسان آڏو اها حقيقت نکري نروار ٿي بيهي ٿي تہ سماجن ۾ جيڪا بہ تبديلي اچي ٿي. سو ڪن خاص اصولن ۽ قاعدن ۽ قانونن جو پابند هوندو آهي. اهڙيءَ ريت، هيءَ سموري ڪائنات هڪ لڳاتار ارتقائي عمل مان گزرندي رهي ٿي ۽ پڻ خاص قانونن جي پائبند هوندي آهي ۽ اهي بئي قانون هڪڙي ئي نوعيت جا هوندا آهن، جيڪي اسان جي چؤڌس موجود سموريءَ ڪائنات ۽ اُن ۾ موجود انساني سماجن تي هڪ ئي طريقي سان لاڳو ٿين ٿا. اهڙي فڪر کي اسين مارڪسي فلسفو يا ڪائنات جو مارڪسي تصور چئون ٿا.

هيٺ اسين مارڪسي نقطءِ نظر جي ڪجھہ اهڙن پهلوئن جو جائزو وٺڻ جي ڪوشش ڪنداسون، جيڪي اسانجي زندگيءَ ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. هڪ ڳالهہ اڳ ئي چٽيءَ طرح چوڻ گهرجي

تہ مارڪسي فڪر جو فهم رکندڙ ماڻهو هميشہ انڌي عقيدي جا مخالف هوندا آهن. اُهي ڪنهن شيءَ يا ڳالهہ تي ويساهہ تڏهن آڻين ٿا، جڏهن اُهي شيون، ڳالهيون يا اصول تجربي جي ڪسوٽيءَ تي سچ ثابت ٿين. اسين ڪنهن بہ شيءَ، ڳالهہ يا اصول کي فقط سڪڻ دم دلاسن، انڌ وِشواسي عقيدن يا هٺ ٺوڪين مابعدالطبعياتي اصولن جي آڌار تي اڇي ميجرائڻ يا ماڻهن مٿان مڙهڻ نہ چاهيندا آهيون. بلڪ جڏهن سائنسي نقطءِ نظر تحت حقيقتن ۽ سچائيءَ جي پرک ڪري اصل سچ کان واقف ٿيندا آهيون، تہ پوءِ اهو اسان تي فرض عائد ٿي پوي ٿو تہ اسين انسانذات جي خدمت ۽ فلاح ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪنديءِ ڪين موجودهہ ذهني، جسماني، روحاني، معاشي ۽ سماجي تباهيءَ مان نجات ڏياريون، ۽ ڪين ترقيءَ جي راهہ تي وٺي اچون تہ جيئن هڪ سچي انساني سماج جي اڏاوت ڪري سگهجي.

# سماجي ترقيءَ جا قانون

اسان وٽ عام طور يا نصابي لحاظ کان جيڪي تاريخ جا ڪتاب پڙهايا وڃن ٿا، تن ۾ رڳو ڪن ٻن قومن يا بادشاهن جي جنگين يا وري ڪن جرنيلن ۽ آفيسرن جي بهادرين جا قصيدا ٽنبيا پيا هوندا آهن. عام طور اهڙين جنگين ۽ تاريخي واقعن جا سبب ٻڌايا وڃن ٿا تہ فلاڻي بادشاهہ جي دولت جي حوس کيس ٻين قومن تي ڪاهي اچڻ لاءِ اڀاريو. سندن اعليٰ اخلاق يا بداخلاقيءَ کيس ڪنهن خاص پاليسي جوڙڻ تي مجبور ڪيو يا وري اهو چيو ويندو تہ فلاڻي بادشاهہ يا سياستدان فلاڻو ڪارنامو پنهنجي قوم جي عزت ۽ ناموس وڌائڻ خاطر سرانجام ڏنو فلاڻي پاليسي ان لاءِ اختيار ڪيائين جو کيس سندس مذهبي عقيدن ايئن ڪرڻ تي مجبور ڪيو هيو.

مارڪسزم جو فلسفو تاريخ جو اڀياس ان انداز ۾ بلڪل نہ ڪندو آهي، سبب کان اول تہ مارڪسزم جو فڪر اهو سمجهي ٿو تہ تاريخ جو سائنسي اڀياس اسان تي اهو فرض عائد ڪري ٿو تہ اسين جنهن بہ دؤر جو اڀياس ڪري رهيا هجون، تنهن دؤر جي عام ماڻهوءَ جي زندگي ۽ سندس گذرسفر جي وسيلن کي آڏو رکي، ان دؤر جي معروضي، سياسي، معاشي، اخلاقي ۽ سماجي پهلوئن جو باريڪ بينيءَ سان اڀياس ڪريون، ڇو تہ هڪ عام ماڻهوءَ جي رهڻي ڪهڻيءَ پٺيان سڄي قوم جي سگهہ ڪار فرما هجي ٿي، مثال طور انگلستان جي تاريخ ۾ ڪرامويل جي اهميت رڳو ان ڪري نہ آهي تہ هن ڪو خاص ڪم سرانجام ڏنو بلڪ هن برطانوي عوام جي

خاص طبقي جي طاقت ۽ ايار ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. اهو ايار حقيقت ۾ برطانيا ۾ اسرندڙ وچولي طبقي جو ايار هو. جيڪو پراڻي دؤر جي جاگيرداراڻي نظام کي ڊاهي پٽ ڪرڻ جو داعي هو. سچ پچ تہ وچولي طبقي جي انهيءَ تحريڪ يا ايار جاگيرداراڻي نظام جي تنگ نظر حدن کي ٽوڙي، سرمائيداراڻي نظام لاءِ رستو صاف ڪيو. انهيءَ ڳالھ جي ڪا خاص اهميت نہ آهي تہ ڪراميل ڪيترين جنگيون ڪيون، انهن ۾ ڪيترا ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا يا وري سندس جو مذهبي لاڙو ڪهڙو هو ۽ هُن ڪهڙيون سازشون سٽيون، پر ڪراميل جي اهميت اها آهي تہ هو انهيءَ تحريڪ جو رهبر هو. اها هلچل انگلستان جي ماڻهن جي معاشي زندگيءَ تي ڪيترو اثرانداز ٿي سگهي، پيداوار ۽ پيداوار جي ورهاست، جي نظام تي اُن جو ڪيترو اثر پيو. انگلستان جي ان دؤر ۾ جاگيرداراڻي نظام خلاف ايڏي وڏي هلچل ڪيئن اُسري آئي، اهڙي قسم جا سوالَ اهڙي قسم اُٿل پُٿل ۽ انهيءَ جا سبب ئي دراصل اهميت جوڳا آهن. اهي ئي حقيقت ۾ تاريخ جي سائنس جا بڻ بڻياد آهن.

اهڙي قسم جي اڀياس ۽ بئي دؤر ۽ اُن ۾ رهندڙ ماڻهن جي تقابلي ۽ سائنسي مطالعي مان اسين اهي قانون ڳولي لهون ٿا. اهي قانون بہ ايئن ئي سچا ۽ کرا هوندا آهن جيئن علم ڪيميا، علم طبعيات وغيره جهڙا سائنسي قانون. اسين جڏهن اهي سماجي ترقيءَ يا سماجي اوسر ۾ ڪارفرما اهي قانون پروڙي وجون ٿا، تہ انهن قانونن کي پڻ اهڙيءَ ريت استعمال ڪرڻ جا اهل پڻ بڻجي وجون ٿا جيئن علم ڪيميا، علم طب وغيره يا ٻين اهڙين سائنسن ۾ اُهي لاڳو ڪري سگهبا آهن. (تنهن هوندي بہ سماجي سائنس، فطري سائنس کان کوڙ سارين معنائن ۾ الڳ پڻ هوندي آهي ڇو تہ فطري تبديليون سماجي اوسر جي اُبتڙ ماڻهوءَ جي سرگرمي کان آزاد رهيون آهن. — مترجم) انهن قانونن جي روشنيءَ ۾ اسين نہ رڳو موجود دؤر جي حالتن جو تُز ڇيد ڪرڻ جي اهل بڻجي وجون

ٿا بلڪ مستقبل ۾ ڇا ٿي سگهي ٿو، تنهن بابت پڻ ڪا معقول يا مناسب راءِ قائم ڪري سگهون ٿا. ايتريقدر جو ڪا اهڙي حڪمت عملي پڻ ٺاهي ۽ لاڳو ڪري سگهون ٿا. جنهن سان بيون ڪي اهڙيون ڳالهيون رونما نہ ٿين جن مان سماج کي ڪو ڇيهو رسڻ جو امڪان هجي. مثال طور جنهن موجوده دؤر ۾ اسين جيئون پيا، سو دراصل آزادي پسند جمهوري تحريڪن ۽ سامراج وچ ۾ ٽڪراءَ جو دؤر آهي. جيڪڏهن جمهوري قوتون جن جي سرواڻ سوويت يونين آهي، جنهن سان نہ رڳو اوير ۽ وچ يورپ جون تقريبن سيئي قومون گڏ آهن پر سڄيءَ دنيا جون مظلوم ۽ محڪوم قومون پڻ انهيءَ جون سچيون ساٿاري بڻيل آهن. سوويت يونين جيڪڏهن وقتائتا قدم نہ کڻي ها تہ جيڪر دنيا هڪ پيروبيهر ڪنهن مهاياري لڙائيءَ جي اوڙاهہ ۾ ڌوڪجي وڃي ها.

اهڙيءَ ريت، مارڪسزم جو اڀياس ان طريقي سان ڪبو آهي، جنهن سان اهي سڀ قانون هٿ جي لڪيرن وانگر چٽا ٿي بيهن ٿا ۽ جن جي اڄ ڏينهن تائين جي انساني تاريخ پائبند آهي. اهو ئي سبب آهي جو مارڪسزم ڪن ڳاڻ ڳڻين راجائن، مهاراجائن، طالع آزما ماڻهن جي ڪارنامن جو مطالعو نٿو ڪري، بلڪ هر دؤر جي عام ماڻهن جي معروضي حالتن ۽ انهن جي تحريڪن، جدوجهدن ۽ سندن سماجن ۾ پيدا ٿيل ۽ اٿل پٿل جو اڀياس ڪري ٿو. جڏهن اسين عام ماڻهوءَ جي زندگيءَ تي نظر وجهون ٿا تہ (بنڪل آڳاٽي زماني کي ڇڏي) اسان تي اها حقيقت آشڪار ٿي وڃي ٿي تہ هر دؤر جو انسان مختلف طبقن- مثال طور، امير غريب، آقا غلام، جاگيردار زرعي غلام وغيره وغيره ۾ ورهايل رهيو آهي ۽ انهن طبقن وچ ڇڪتاڻ بہ جاري رهندي آئي آهي.

طبقو ڇاکي چئجي؟ بنهہ سادي ۽ سهنجي انداز ۾ جيڪڏهن انهيءَ اصطلاح جي معنيٰ ڪجي تہ، چئي سگهجي ٿو تہ طبقو ماڻهن جي ان انبوهہ، ٽولي يا گروهہ کي چئجي ٿو، جيڪو ڪنهن نہ ڪنهن

سماجي ۽ معاشي ڪرت سان لاڳاپيل هجي. مثال طور، جاگيرداراڻي نظام ۾ بادشاهه ۽ سموري جو سمورو جاگيردار طبقو ساڳيءَ طريقي سان زندگيءَ جو وهنوار هلائيندا هئا. مطلب تہ سندن بادشاهتن ۽ جاگيرن ۾ زرعي غلام جيڪي ڪجهه اپائين ٿا تنهن جو پورو هڪ پاڱو ونديءَ طور انهن بادشاهتن يا جاگيرن جا مالڪ طاقت جي ٻل تي ڪٽي ويندا آهن. سمورا جاگيردار ساڳي ذهنيت جا مالڪ هوندا آهن، اُهي ڄڻ تہ ڪنهن هڪ ئي قبيلي جا فرد هوندا آهن، ان ڪري سندن مفاد پڻ هڪجهڙا هجن ٿا. سندن هميشہ اها ڪوشش هوندي آهي تہ اُهي هارين نارين ۽ زمين تي پورهيو ڪندڙ بين ماڻهن کان جيترو ڪجهه کسي سگهن ٿا، اوترو کسي وٺن. سندن هميشہ اها ڪوشش پئي رهندي آهي تہ جيتري گهٽي زمين تي قبضو ڪري سگهجي، سو ڪجي. سندن زمين تي جيترا وڌيڪ ماڻهو پورهيو ڪندا، اوترو ئي سندن اُپت ۽ آمدنيءَ ۾ واڌارو ايندو رهندو. ان جي ابتڙ زمين تي پورهيو ڪندڙ ۽ هاري وري ٻيو طبقو هوندو آهي. جنهن جا مفاد جاگيردار جي مفادن سان هميشہ ٽڪراءَ ۾ هوندا آهن. سندن مفاد ان ڳالهہ ۾ هوندو آهي تہ اُهي جيڪي ڪجهه اپائين ٿا، تنهن جو ڳچ حصو پنهنجي آکهہ يا ڪٽنب قبيلي لاءِ رکن، نہ ڪي سندن پگهر جو پورهيو ۽ سموري اپت ڪنهن جاگيردار جي ناجائز قبضي هيٺ اچي وڃي. اهي ماڻهو يعني هاري ناري، جاگيردارن جي ڏاڍ ۽ ڏمر کان ڊنل ۽ ڳڻتين ۾ ورتل هوندا آهن ۽ غلاماڻي زندگيءَ مان آجپو ماڻڻ چاهيندا آهن. جنهن بہ ملڪ ۾ جاگيرداڙو نظام رهيو آهي ۽ اجا بہ ان جون باقيات موجود آهن، اتي جاگيردار ۽ هاريءَ جي وچ ۾ ڇڪتاڻ ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾ جاري رهي آهي. ڪڏهن اها ڇڪتاڻ انفرادي صورت ۾ ظاهر ٿيندي آهي تہ ڪڏهن وري اجتماعي طور هڪ منظم تحريڪ جي صورت ۾ اظهارجي ٿي.

سڄي دنيا ۽ خاص طور تي جنهن زماني ۾ يورپ ۾ جاگيرداڙو نظام پنهنجي اوج تي هو تڏهن، هاريءَ کي نہ رڳو پنهنجي جاگيردار

يا آقا جي ٻنين ۾ هارپ جو پورهيو ڪرڻو پوندو هو پر پنهنجي پگهر جي پورهئي ذريعي حاصل ٿيندڙ اپت جو وڏو حصو جاگيردار کي ڏيڻو پوندو هو. اُن دؤر ۾ زرعي غلامن ڪانسواءِ ٻيا پورهيت غلام، ۽ صنعتن جا مالڪ (هنرمند) پڻ هوندا هئا. جيڪي هٿيار ۽ ٻيون ضرورت جو شيون ٺاهيندا هئا. انهن ڪان علاوه سوداگر يا واپاري طبقو بہ هوندو هو جيڪو سماج جي واڌو پيداوار ڏيساور ۾ وڃي وڪڻندو هو. جڏهن واپار ترقي ڪئي تہ پيداوار اٽپوري ٿي پئي، ان ڪوٺ کي پورو ڪرڻ لاءِ سوداگرن پاڻ ننڍا ننڍا ڪارخانا لڳائڻ شروع ڪيا. جتي هو آزاد ٿيل زرعي غلام يا ڀاڳيلي هاريءَ کي مزدور ڪري پنهنجي ڪارخاني ۾ رکندا هئا ۽ ڏيهاڙيءَ تي ڪانئن ڪم وٺندا هئا. مطلب تہ آزاد ٿيل زرعي غلام شهرن جو رخ ڪندا هئا، ۽ اتي صنعتن ۾ پورهيو ڪري ڪپڙو ڌاتو جا ٿانو ٿپا وغيره ٺاهيندا هئا، ۽ اُهي ٺاهيل شيون سوداگرن کي وڪڻي ڏيندا هئا. اهڙيءَ طرح ڪجهہ صدين جي انهيءَ اٿل پٿل جي نتيجي ۾ جاگيرداراڻي نظام جي معاشي زندگيءَ ۾ اهڙو ڦيرو آيو جو هاڻي زرعي ۽ صنعتي شين جي پيداوار رڳو ڪپت يا عام واهپي لاءِ نٿي ڪئي وئي، پر هاڻي اهي شيون پئسو ڪمائڻ خاطر وڪري لاءِ ٺاهيون يا پيدا ڪيون پئي ويون. اهڙي ريتہ هنرمنديءَ جو پيشو اوسر ڪرڻ لڳو. هاڻي هنرمند نہ رڳو پاڻ شيون ٺاهيندا هئا پر مالدار هنرمند اجرت تي مزدور ڪان شيون ٺهرائڻ لڳا. اهڙي طرح سورهين صدي ۽ ان ڪانپوءِ واري يورپ ۾ هوريان هوريان صنعتي سرمائيدار طبقو اسرڻ لڳو ۽ فطري طور گڏوگڏ صنعتي مزدور بہ پئدا ٿيڻ شروع ٿيو. ٻهراڙين ۾ جاگيردارن جي طاقت ۾ گهٽتائي اچڻ شروع ٿي. پراڻا طور طريقا هوريان هوريان ختم ٿيڻ لڳا، هاڻي زميندارن ۽ جاگيردارن بہ پگهار تي زمينون آباد ڪرائڻ شروع ڪيون. اهڙيءَ ريت زرعي حوالي سان بہ هڪ نياري قسم جو سرمائيدار آبادگار طبقو پئدا ٿيڻ لڳو تہ ٻئي پاسي کيت مزدورن جو طبقو بہ پئدا ٿيو.

شهرن ۾ ڀھراڙين ۾ سرمائيدار طبقي جي پيدا ٿيڻ ۾ اسرڻ سبب پراڻو جاگيردار طبقو ختم ڪونہ ٿيو پر ان جي ابتڙ بادشاهن، پراڻن جاگيردارن ۾ ڪليسا جي ڪرتا ڌرتائن گڏ جوڙ ڪري اهي جتن شروع ڪيا تہ اُهي هن نئين پيدا ٿيل سرمائيداري کي پنهنجي مقصدن ۾ مفادن جي پورائي لاءِ ڪتب آڻين.

پوکي راهي ڪندڙ ماڻهو زميندارِي ظلم کان بيزار ٿي لڏي اچي شهرن ۾ آباد ٿيا هئا. اهي هاڻي نہ رڳو زميندارن جي ظلم کان محفوظ ٿيا پر هاڻي کين زميندارن کي ڏن بہ ڏيڻو ڪونہ ٿي پيو. جڏهن سندن ڪم ڪار شهرن ۾ هلي پيو ۾ سندن پونئر ڪنهن حد تائين ماني مڇيءَ وارا ٿي پيا، تڏهن کين وري اهو احساس ٿيو تہ اُهي ايا حقيقي طور آجا ڪونہ ٿي سگهيا آهن، ڇو تہ بادشاهن ۾ جاگيردارن مٿن ڪيترن ئي تسمن جا ٽئڪس مڙهي ڇڏيا هئا ۾ سندن ڪاروبار جي اوسر ۾ ترقيءَ کي روڪڻ جا جتن پيا ڪندا هئا. بادشاهہ ۾ جاگيردار هنن مٿان پنهنجو رعب تاب، ڌاڪو ۾ اختيار ان لاءِ استعمال ڪندا هئا ڇو تہ حڪومتي واڳون ايا تائين سندن هٿن ۾ قابو هيون. فوجون، جيل، ٿاڻا، عدالتون وغيره ايا سڀ پراڻي جاگيردار طبقي جي قبضي هيٺ هئا، پاڻ ئي قانونن جا خالق تہ پاڻ ئي ان تي عمل ڪرائيندڙ هئا.

سرمائيدار طبقي جي پيدا ٿيندي ئي هڪ نئين طبقاتي ڇڪتاڻ اسري آئي. سرمائيدار طبقي، بادشاهن ۾ جاگيردارن خلاف جدوجهد شروع ڪري ڏني، جيڪا ڪيترين ئي صدين تائين جاري رهي. ڪن پنتي پيل يا غير ترقي يافتہ ملڪن ۾ اها ڇڪتاڻ ايا تائين ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ موجود آهي، ۾ ڪن اسريل ملڪن خاص طور فرانس ۾ انگلستان مان اهو گهڻو آڳاتو ختم ٿي چڪي آهي.

اهو سڀ ڪجهہ ڪيئن ٿيو؟

اهو ايئن ٿيو جو سرمائيدار طبقي هٿيار بند بغاوت شروع ڪري ڏني. انقلاب آيو ۾ سرمائيدار طبقي، جاگيردار طبقي کان اقتدار کسي

ورتو. اهو دؤر سڀ کان پهرن انگلستان ۾ آيو. ٽئڪس ۽ پابندين خلاف جنهن جدوجهد جي شروعات سرمائيدار طبقي ڪئي هئي، سو سترهين صديءَ جي وچ ڌاري پنهنجي اوج تائين پهچي چڪو هو. ان کان اڳ ۾ مختلف پابندين ۽ ٽئڪسن پرڻ سان سرمائيداراڻي پئداوار ۾ وڏيون رڪاوٽون پئجي رهيون هيون. جيتوڻيڪ سرمائيدار ٻنهن چوٽيءَ جو زور لاتو هو تہ اُهي رڪاوٽون پُرامن طريقي سان دور ٿي وڃن. هُنن اڻ ڳڻيا عرض ناما ۽ منٿون لکي بادشاهہ سلامت کي موڪليون ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ ماڳهين ٽئڪس ڏيڻ کان بہ انڪار ڪيو هئائون، پر سندن هڪ بہ نہ هلي. نيٺ سرمائيدارن کي بہ طاقت جو جواب طاقت ذريعي ڏيڻو پئجي ويو. هنن بادشاهہ سلامت جي خلاف ماڻهن کي گڏ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ٽئڪس ۽ واپاري رڪاوٽن خلاف ڪين تحرڪ ڏياريائون. جاگيردارن جا پنجوڙ ٽوڙڻ لاءِ عوام طرفان جيڪي ڪوششون ڪيون ويون هيون ۽ جن جي نتيجي ۾ عدالتن ڪين جيڪي ڳريون سزائون ٻڌائي ڇڏيون هيون، تن خلاف ماڻهن ۾ جوش، جذبو ۽ ڌڪار پئدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ٻين لفظن ۾ سرمائيدار طبقي، رتابنديءَ سان جاگيردار طبقي خلاف هڪ انقلابي هلچل برپا ڪري ڇڏي. اهو سڀ ڪجهہ ان لاءِ ڪيو پئي ويو تہ جيئن ماڻهو بادشاهہ ۽ پراڻي ظالماڻي نظام مان آجپو حاصل ڪرڻ لاءِ متحد، منظم ۽ هٿياربند ٿي، سينو ساهي بيهن. اهڙيءَ ريت، هڪ ڏکي جدوجهد کان پوءِ، سرمائيدار طبقو جاگيردار طبقي کي نستو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. واپاري رڪاوٽون هٽيون ۽ اقتدار سرمائيدار طبقي جي هٿن ۾ آيو. اهو سچ آهي تہ انگلستان جي هن انقلاب کي ڪتابن ۾ ان ريت، پيش ڪيو ويندو آهي جو ڄڻ تہ اصل جنگ بيو ڪجهہ بہ نہ پر چارلس پهرئين ۽ ڪرامويل جي وچ ۾ انا جو مسئلو هئي. ڄڻ چارلس پهريون وڏو جابر بادشاهہ هو ۽ رومن ڪئٿولڪ فرقي کان مدد وٺي پنهنجي بادشاهت قائم رکڻ ٿي گهريائين، هوڏانهن بادشاهہ جي مقابلي ۾ ڪرامويل نهايت شريف

ماٺهو ۽ ڪئٿولڪ فرقي جو مخالف هو ۽ انگلستان جي آزاديءَ جو عاشق هو. مطلب تہ هن سموري انساني ۽ طبقاتي جدوجهد کي گهٽائي رڳو مذهبي ۽ اخلاقي جنگ ڪري پيش ڪيو ويندو آهي. جڏهن تہ مارڪسزم حالتن ۽ واقعن جو ڳوڙهو اڀياس ڪري، فردن ۽ نعرن کان بي نياز ٿي، واقعن جي پاڙ تائين پهچڻ جو ڏس ۽ گس ڏئي ٿو ۽ مارڪسزم ئي اسان کي سمجهائي ٿو تہ انهيءَ ڇڪتاڻ جو اصل سبب اسرندڙ سرمائيدار طبقي ۽ زوال پذير جاگيردار طبقي جي وچ ۾ پيدا ٿيل ڪشمڪش هئي، جنهن ڪانپوءِ حالتن بلڪل نئون رخ اختيار ڪري ورتو. انهيءَ انقلاب ڪانپوءِ ۽ 1689ع ڪانپوءِ واري عرصي ۾، سرمائيدار طبقي کي رياستي ڪار ونهوار ۾ وڏو مقام حاصل ٿي ويو.

جيئن تہ انگلستان ۾ صنعتي انقلاب، سرمائيداريءَ جي اڻ پختي دؤر ۾ آيو هو، اهو ئي ڪارڻ هو جو سرمائيدار طبقي جي فتح فيصلاڪن ۽ مڪمل نہ هئي. ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ جاگيرداراڻي سماج کي ڪاپاري ڌڪ تہ لڳو پر هي طبقو لڏي لمي وري پير کوڙڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ پنهنجو روپ مٽائي سرمائيدار زميندار جي شڪل اختيار ڪري ورتي. هو ايندڙ ٻن صدين دوران سرمائيدار طبقي ۾ شامل ٿي ويو. اهڙيءَ ريت حڪومتي ڪار ونهوار تي ان جو ذڪر جوڳو اثر قائم رهيو.

فرانس ۾ اهي تبديليون گهڻو پوءِ آيون. اتي سرمائيدار طبقو گهڻي دؤر ڪانپوءِ پيدا ٿيو ۽ هن ترقيءَ جون اهي منزلون پڻ ڏکهي عرصي ڪانپوءِ ماڻيون. اهو ئي سبب آهي تہ هتي انقلاب 1789ع ۾ آيو. ان ڪري هن انقلاب جي اثر جي پکيڙ بہ ان لحاظ کان وڏيڪ وسيع هئي. مارڪسي فڪر جا ماڻهو هن انقلاب لاءِ اهو هرگز ڪونہ ٿا چون تہ ان جو اثر گهرو ۽ گهڻ پاسائون ان ڪري هو جو روسو ۽ ٻين اديبن گهڻا ڪتاب لکيا هئا ۽ انساني حقن جو پرچار ڪيو هئائون، يا وري انقلاب جو نعرو ۽ آزادي، برابري ۽ نجات فيصلہ ڪن انداز ۾ اثرانداز ٿيو. جهڙيءَ ريت انگلستان جي

انقلاب جو سبب ۽ اثر اُن دؤر جي طبقاتي ڇڪتاڻ مان ڳولڻ کپي، بلڪل اهڙيءَ طرح فرانس جو انقلاب پڻ رڳو اُتان جي چند شخصيتن ۽ نعرن مان نہ ڳولڻ گهرجي، بلڪ ان سماج ۾ جيڪي معاشي ۽ معاشرتي قوتون عمل پذير هيون، تن کي نظر ۾ رکي هن سڄي اٿل پٿل کي پرکڻ ۽ پروڙڻ گهرجي.

مارڪس انهيءَ دؤر بابت چيو آهي تہ: "انقلابن جو اندازو ان جي خارجي مطالعي ذريعي ئي ڪرڻ ممڪن آهي. ڪنهن بہ انقلاب کي سمجهڻ لاءِ اهو انتهائي ضروري هجي ٿو تہ ڪهڙا ڪهڙا طبقا اقتدار لاءِ هڪٻئي جي آمهون سامهون بيٺل هئا ۽ ڪهڙيءَ ريت نئون اسرندڙ طبقو مرٽينگ طبقي کان اقتدار کسي رهيو هئو. اسان کي حقيقي خارجي واقعن کي جاچڻ، پرکڻ گهرجي. اهڙن نعرن ۽ ڳالهين کي اهميت نہ ڏيڻ گهرجي، جيڪي انقلابن جي سرواڻن جاٽي واٽي گهڙيا ٺاهيا هئا ۽ اٽڃاٽائي ۾ اسري آيا هئا".

مارڪسي عالم تاريخ جو مطالعو ڪرڻ وقت طبقاتي ڇڪتاڻ جو مطالعو ڪندا آهن. ڇاڪاڻ تہ طبقاتي ڇڪتاڻ ئي سماج جي اوسر جي محرڪ قوت آهي، طبقاتي ڇڪتاڻ دوران سائنس جي پڻ اوسر ٿي رهي آهي. قدرت تي انساني اختيار وڌندو پيو وڃي. اهو ئي سبب آهي جو انسان جو صلاحيتون اوڏون ڏينديون وڌنديون پيون وڃن.

هاڻي انسان پنهنجي گهرج جون شيون وڏ ۾ وڏ پئدا ڪرڻ جي اهل بڻجي چڪو آهي. ٻارڻ جي سگهہ سان هلندڙ شين جي ايجاد ڪانپوءِ پئداوار جي طريقن ۾ اچرج جي حد تائين تبديلي اچي وئي آهي. هاڻي مشين هڪ ڏينهن اندر ايتري پئداوار ڏئي رهي هئي، جيترو هڪ ماهر ڪاريگر سڄي هفتي جي محنت ڪانپوءِ پئدا ڪري سگهندو هو. ان مان مراد اها تہ تعدير سان گڏ تخريب بہ پئدا ٿي چڪي هئي. ڪاريگرن وٽ ڪپڙي اڻڻ لاءِ چرخا ۽ آڏاٽا هوندا هئا، اهي هاڻي هوريا هوريان ختم ٿيڻ لڳا هئا.

اهڙيءَ طرح هاڻي سماج واضح ٻن طبقن ۾ ورهائجڻ لڳو هئو. هڪ سرمائيدارن جوطبقو جن جي قبضي هيٺ مشينون هيون جنهن پاڻ انهن مشينن تي ويهي ڪم نہ ٿي ڪيو. ٻئي پاسي صنعتي مزدور طبقو هو جنهن وٽ ٻي ڪا بہ ملڪيت ڪانہ هئي، يعني اهو ملڪيت ڪان محروم طبقو هو جنهن سرمائيدار وٽ اچي پنهنجو پورهيو ٿي وڪيو تہ جيئن هو زندهہ رهي سگهي.

اِها تبديلي ڪنهن رٿابنديءَ ذريعي ڪانہ آئي هئي. نہ ئي وري ڪنهن ماڻهوءَ يا طبقي ويهي ان لاءِ ڪو خاڪو جوڙيو هو. ڪن ڏاهن ماڻهن ۽ ذات ڏٽين پنهنجي علم ۽ سمجهہ جي آڌار تي مشينون ايجاد ڪيون ۽ سرنديءَ وارن اَڻ مَيو ڏن ڪمائڻ جي هٻچ ۾ انهن مشينن کي پئداوار جي ذريعن طور صنعت جي شڪل ڏني. پر انهيءَ ڳالهہ ٻولهہ تي ڪنهن بہ ڌيان نہ ڏنو هو تہ پئداوار جي طريقن ۾ تبديلي اچڻ سان سماج ۾ پڻ اٽتر طور تي تبديليءَ جو عمل شروع ٿي ويندو. مارڪس چوي ٿو تہ تبديليءَ جو اهڙو عمل انساني سماج جي سڀني دؤرن تي لاڳو ٿئي ٿو. انساني ذهن ۽ سوچ ۽ سمجهہ جي ارتقا هڪ لڳاتار ۽ هميشہ جاري ۽ ساري رهندڙ عمل آهي. جيئن جيئن ان ۾ وسعت ايندي وڃي ٿي، تيئن تيئن هو پنهنجي انهيءَ نئين ۽ سڌريل سوچ سمجهہ کي پئداواري طريقن جي تبديليءَ ۾ ڪتب آڻيندو رهي ٿو. اهڙيءَ ريت، هوريان هوريان، سماجي تبديلي پڻ وسعت اختيار ڪندي ويندي آهي ۽ پنهنجون پاڙون اونهيون ۽ پختيون ڪندي رهندي آهي. اها تبديلي نيٺ اڳتي هلي نون طبقن کي جنم ڏيندي آهي ۽ هڪ نئين طبقاتي ڪشمڪش يا ڇڪتاڻ جي صورت اختيار ڪري وٺندي آهي. ظاهري طرح اها ڇڪتاڻ عقيدن ۽ ادارن وچ ۾ ٽڪراءَ جو ڏيک ڏيندي آهي، پر درحقيقت انهيءَ ڪشمڪش، ڇڪتاڻ يا ٽڪراءَ جو ڪارڻ پئداواري طريقن ۾ آيل تبديليءَ جي نتيجي ۾ جنم وٺندڙ ٻن نون طبقن وچ ۾ پنهنجي پنهنجي وجود جي بقا ۽ بالادستي قائم رکڻ واري جدوجهد هوندي آهي. نئون طبقو پراڻي

۽ مدي خارج نظام جي مڙني مذهبي توڙي سماجي ادارن جي جاءِ تي نئين عهد جي تقاضائن پٽاندڙ نوان ادارا قائم ڪرڻ چاهيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ پراڻا عقيدا ۽ انهن جي آڌار تي قائم ٿيل ادارا نئين طبقي، نئين سماج جي اڏاوت ۽ ان جي اوسر ۾ رنڊڪن جو ڪارڻ هوندا آهن. تنهنڪري اهڙي ڪشمڪش ۽ سماجي ڇڪتاڻ مذهبي اصولن ۽ سماجي ادارن جي صورت ۾ ظاهر ٿيندي آهي. اهي عقيدا ۽ ادارا ڪيئن وجود وٺي ٿا، ۽ ڪهڙا عنصر انهن کي وسعت ۽ جلا بخشيندا آهن، تن بابت مارڪس ٻڌائي ٿو تہ هر جُڳ ۾ ماڻهن جا عقيدا توڙي سماجي ادارا، اُن سماج جي معروضي ضرورتن جي آڌار تي جڙندا آهن. انسان لاءِ سڀ کان اهم ڳالهہ پئداواري ذريعا آهن، جن ذريعي ڪيس سندس ضرورت جون بنيادي شيون جهڙوڪ ڪپڙو اتو ۽ اجهو ميسر ٿيندو آهي. هر تاريخي دؤر ۾، پوءِ اهو قبيلائي دؤر هجي، غلاماڻو دؤر، جاگيرداراڻو دؤر هجي، يا هاڻوڪو سرمائيداراڻو دؤر هجي. هر دؤر ۾ ماڻهن جي سماجي لڳ لاڳاپن جو دارومدار ان دؤر جي پئداواري ذريعن تي آڌاريل هوندو آهي. ادارا توڙي عقيدا ڪي اڳ گهڙيل شيون ڪونہ هوندا آهن، پر هر دؤر ۾ سماج تي حاوي طبقا پنهنجو دٻدٻو قائم رکڻ، پنهنجي وجود جي بقا ۽ تحفظ لاءِ نوان نوان عقيدا ۽ ادارا قائم ڪندا آهن. مختلف سماجي ادارا، سماجي قانون ۽ اخلاقي حدبنديون ۽ ٻيا عقيدا وغيره، ريتين رسمن مان ڦٽي نڪرندا آهن ۽ اهي ريتون رسمون سماج جي پئداواري طريقن جي پئداوار هونديون آهن.

ان ڳالهہ مان مراد اها ٿي تہ جيئن جيئن پئداواري طريقن ۾ سڌار ۽ تبديلي ايندي ويندي آهي، تيئن تيئن مذهبي، سماجي ادارا ۽ قانون پڻ تبديل ٿيندا رهندا آهن. پراڻي سماج جي جاءِ تي نئون سماج اڏجڻ شروع ٿيندو آهي. ساڳيءَ طرح سماجي، اخلاقي ۽ عقيدائي قدر پڻ نئون روپ ڌاري بيهن ٿا. اها نواڻ، اها تبديلي، اها روشن خيالي چڱي ڀاسي آهي. مدي خارج قدر آهستي

آهستي پنهنجو موت پاڻ مري ويندا آهن. انهن جي جاءِ تي نئين عهد جي تقاضائن جو پورائو ڪندڙ نوان ۽ روشن خيال قدر جا ۽ والاريندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن تہ ائين بہ ٿيندو آهي تہ جيڪا ڳالهہ پراڻي جُڳ ۾ اُگري اڻ وڻندڙ يا خراب سمجهي ويندي هئي، سا نئين جُڳ ۾ چڱي لڳڻ لڳندي آهي ۽ جيڪا ڳالهہ چڱي پاتئبي هئي، سا ڦري بڇڙي، ناگوار ۽ خواريءَ جو ڪارڻ بڻجي ويندي آهي. مثال طور جاگيرداراڻي دؤر ۾ وياج کي نهايت ئي بڇڙائي يا ڏڪار جوڳو عمل سمجهيو ويندو هو ۽ هاڻي سرمائيداراڻي نظام جي پيڙهہ جو پٿر ئي وياج تي رکيل آهي. اهڙيءَ ريت، جيئن پئداواري طريقا مٽبا آهن، تيئن ان جا ادارا بہ مٽبا آهن. ان تبديليءَ سان عقيدن ۽ خيالن ۾ ٽڪراءَ پئدا ٿيندو آهي. پراڻي نظام جا ماڻهو پراڻي جڳ جي عقيدن کي ڇهتا پيا هوندا آهن ۽ نئين نظام جا حامي نون عقيدن جو پرچار ڪندا آهن.

سرمائيداريءَ جي ترقيءَ ڪانپوءِ نوان عقيدا ۽ ادارا جڙڻ لڳا، جن جو جاگيرداراڻي دؤر وارن عقيدن ۽ ادارن سان ٽڪراءَ ٿيڻ لڳو. نئين سرمائيداراڻي نظام جي حامين جاگيرداراڻي نظام کان تقاضا ڪئي تہ جيستائين ڪين حاڪميت ۾ ڀاڱي ڀائيوار نٿو ڪيو وڃي تيستائين اُهي ڪوبہ ٽئڪس نہ ڏيندا. سندن اهو بہ مطالبو هو تہ ڪين آزاديءَ سان واپار ڪرڻ جو حق ڏنو وڃي ان سان گڏوگڏ هُنن مذهبي آزاديءَ جو نعرو پڻ بلند ڪيو. انفرادي آزاديءَ تي پڻ گهڻو زور ڏنو ويو. انهن مذهب کي هر ڪنهن ماڻهوءَ جو انفرادي مسئلو قرار ڏنو ۽ رياستي ڪاروهنوار هلائڻ ۾ مذهبي عمل نقل کي نالي ماتر ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي. اها ظاهري طرح مذهبي آزادي ۽ انساني حقن جي حاصلات واري ڳالهہ پنهنجي جوهر ۾، بن نظامن اسرندڙ سرمائيداراڻي نظام ۽ فنا ٿيندڙ جاگيرداراڻي نظام وچ ۾ هڪ معرڪو هئي.

مارڪسي فڪر جا ماڻهو ڪڏهن بہ سماجي جوڙجڪ لاءِ

هوائي ڳالهيون ڪونه ڪندا آهن ۽ نه وري واريءَ جا ڪوٽ اڏيندا آهن. مارڪسي فڪر جا پارکو پليءَ پت ڄاڻن ٿا ته انساني سماج جي ارتقا واري عمل ۾، مختلف دؤرن ۾، مختلف قسم جا "نظريا"، "اصول" ۽ "عقيدا" پئدا ٿيندا آهن. ڪنهن سماج ۾ جنهن دؤر ۾ جيڪو نظام رائج هوندو آهي، انهيءَ ۾ سماجي اصول ۽ عقيدا پڻ انهيءَ مطابق جڙندا آهن. تنهن ڪري هر عقيدو هر دؤر ۾ قبوليت جوڳو نٿو ٿي سگهي ۽ نه وري اُهو هر زماني ۾ لاڳو ڪري سگهجي ٿو. مثال طور انساني برابريءَ وارو تصور بنهه پراڻو ۽ عالمگير نوعيت وارو تصور آهي، پر جيڪڏهن سوچي ڏسبو ته اهو تصور هر دؤر ۾ مختلف معنائن ۾ پيش ٿيندو رهيو آهي. يونان جي ابتدائي اسريل شعور واري زماني ۾ اهو نهايت ترقي يافته تصور سمجهيو ويندو هو. پر حيرت جوڳي ڳالهه آهي ته "انساني برابري" ۽ "برابريءَ جي حقن" وارو اصول غلامن تي لاڳو ڪونه ڪيو ويندو هو. فرينچ انقلاب جو نعرو هو "آزادي، برابري ۽ ڀائيچارو". پر، اُن نعري مان مراد هئي اسرجندڙ سرمائيدار طبقي لاءِ واپار ڪرڻ جي آزادي، ان برابريءَ مان مراد هئي، سرمائيدار طبقي جي جاگيردار طبقي سان برابري، ۽ ڀائيچاري مان مراد هئي، سرمائيدار طبقي جو هڪٻئي سان ڀائيچارو ته جيئن جاگيرداراڻي نظام جي پنجوڙن مان پاڻ کي آجو ڪرائي سندن خلاف ٻڌي ۽ ايڪي سان مهاڏو اٽڪايو وڃي. اهي اصول فرانس جي قبضي هيٺ آيل علائقن جي ماڻهن ۽ غريب خلق لاءِ ڪابه معنيٰ ڪونه رکندا هئا. برطانيا اڄ به آزاديءَ ۽ جمهوريت جو وڏو دعويدار آهي، پر جڏهن هندستان جي آزاديءَ جو مسئلو ايندو آهي ته ڇٽيءَ طرح معلوم ٿيندو آهي ته اهي دعوائون سڪٽي لباڙ کان وڌيڪ ڪابه حيثيت ڪونه ٿيون رکن.

مٿئين بحث مان اسين اهو پليءَ پت سمجهي سگهون ٿا ته ڪنهن سماج ۾ جنهن عهد ۾ جيڪي تصور، عقيدا ۽ اصول رائج

هوندا آهن سي دراصل اُن سماج جي تاجي پيٽي جا عڪاس هوندا آهن. اُهي اصول، عقيدا ۽ تصور اُن عهد جي رڳو حاڪم طبقي جي نمائندگي ۽ تحفظ ڪندا آهن. حاڪم طبقو پنهنجن طبقاتي مفادن جي تحفظ لاءِ ڪيترائي پنهنجا من پسند پنجوڙ مختلف عقيدن، سماجي ۽ اخلاقي عقيدن جي نانءُ ۾ وقت بوقت تخليق ڪندو ۽ سماج جي بين محڪوم ۽ ڪمزور طبقن مٿان ٿاقيندو رهندو آهي ۽ پنهنجن مفادن جي حاصلات لاءِ پروپيگينڊا جا سيئي ذريعا ۽ تعليمي ادارا استعمال ۾ آڻيندو آهي. جيڪي ماڻهو ان طبقي جي مڪروهه چهري کي وائکو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن تن کي عدالتن ذريعي سزائون ڏياري عبرت جو نشان بڻايو ويندو آهي تہ جيئن اهڙو آواز دبيل رهي. حاڪم طبقو ماڻهن کي مجبور ڪندو آهي تہ اهي سندن گهڙيل اصولن جي پاسداري ڪن يا گهٽ مان گهٽ انهن جي مخالفت نہ ڪن. جاگيردار يا سرمائيدار يا حاڪم طبقو جيڪو مختلف جائز توڙي ناجائز طريقن سان طاقت، اقتدار ۽ دولت تي قابض هوندو آهي تنهن لاءِ عام تصور اهو هوندو آهي تہ ان طبقي جا ماڻهو "وڏا ماڻهو" يا "عزت دار ماڻهو" هوندا آهن. بين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ اُهي سماج ۾ پنهنجي لاءِ اهڙي فضا قائم ڪندا آهن تہ جيئن ماڻهو سمجهن تہ صاحب اختيار ماڻهو عام خلق کان اُتم، اعليٰ، مٿيرا، معتبر، عزت دار ٿين ٿا. جڏهن هڪ ڀيرو اهڙو ڏاڪو قائم ٿي وڃي تہ پوءِ اُن حاوي ۽ حاڪم طبقي جي اها شعوري ڪوشش هوندي آهي تہ اها ڏاڪ، اهو دبدبو ۽ سندن مان مرتبو هميشہ لاءِ قائم ۽ دائم رهي ۽ هر ماڻهو نسل در نسل، سندن اهڙيءَ هام، مٿيرائي ۽ معتبرائيءَ واري حيثيت کي دليان قبول ڪري ۽ پنهنجي ڀانهپ کي قسمت جو لکيو اَمر اِلاهي سمجهي، بنان چُون چُرا جي، اکيون ٻُوٽي، قبولي. چاڪاڻ تہ حاڪم طبقو جيڪو شاطر، چالاڪ هٺڻ سان گڏوگڏ ڊنل ۽ بُزدل هوندو آهي، سو انهيءَ حقيقت کان پليءَ پت واقف ۽ خائف هوندو آهي تہ جيڪڏهن عام

خلق جي دل ۾ دماغ ۾ بانهپ وارو تصور پڪو ۽ پختو نہ ٿيو تہ اُهي ڪنهن بہ مهل انساني ازلي فطرت جي اظهار طور آزاديءَ جو علم بلند ڪندي، سندن خلاف بغاوت ڪري وجهندا ۽ سندن ناجائز حڪم مڃڻ کان انڪاري ٿي بيهندا.

جاگيرداراڻي نظام ۾ ماڻهن جي ذهنن ۾ اهو وهم ويهاريو ويجي ٿو تہ بادشاهہ خدا جو نمائندو آهي ۽ هر ماڻهوءَ تي لازم آهي تہ هُو سندس بانهپ يا اطاعت قبول ڪري. تنهن ڪري، اهڙي نظام ۾ بادشاهہ توڙي سندس جوڙيوال حاڪم طبقو پليءَ پٽ اهو ڄاڻندو آهي تہ جيڪڏهن عام ماڻهن جي ذهنن ۽ دلين مان اهو تصور نڪري ويو تہ پوءِ اُهي ان نظام خلاف بغاوت ڪري ان بادشاهہ جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيندا ۽ ان نظام کي ئي پاڙان پٽي ڇڏيندا. مطلب تہ هر دؤر ۾ هر ملڪ ۽ هر سماج ۾ حاڪم طبقو سدائين اها ئي ڪوشش ڪندو آهي تہ اهڙا تبديلي پسند خيال هرگز نہ هجن جن جي پڪڙجڻ سان سندن حڪمرانيءَ کي ڪو خطرو رسندو هجي. اِن نقطي تي پهچي اسان جي ذهنن ۾ هڪ اهم سوال پيدا ٿئي ٿو تہ، مارڪسي فلسفي موجب خيالن، نظرين يا فڪر جي حيثيت ثانوي آهي پر اصل شيءِ تہ پيداواري ذريعن جي تبديلي آهي تہ پوءِ اهڙا انقلابي ۽ اڙٻنگ قسم جا خيال ڪٿان ۽ ڪيئن ٿا ڦٽي نڪرن؟ ماڻهو نون پيداواري ذريعن جو تصور ڪيئن ٿا ڪري سگهن، جڏهن تہ اهي اڃا وجود ۾ ئي ناهن آيا هوندا؟

انهيءَ سوال جو جواب هيءُ آهي تہ اهو درست آهي تہ اهڙا "اڙٻنگ خيال" تيستائين پيدا نٿا ٿي سگهن جيستائين نون پيداواري ذريعن جي ضرورت پيدا نہ ٿئي يا ٻين لفظن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو تہ جڏهن پيداواري نظام جي تبديليءَ جي گُهرج پيدا ٿيندي آهي، تڏهن اهڙي قسم جا نواڻ پسند، انقلابي ۽ تبديليءَ جا محرڪ خيال نسري نروار ٿيندا آهن. جڏهن پراڻن حالتن ۽ نين پيداواري قوتن وچ ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿيڻ شروع ٿيندي آهي.

مثال طور: جيئن يورپ جي جاگيرداراڻي نظام جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾ رائج پورهئي ۽ اُجرت، يا پورهيت ۽ پورهيو وٺندڙ وچ ۾ قائم تعلقاتن جو اڀياس ڪبو ته، معلوم ٿيندو ته تن ڏينهن ۾ هڪ طرف اجوري تي ڪم ڪرڻ جو رواج وڌي ويو هو. شين اُپائڻ يا ناهڻ ۽ پيدا ڪرڻ پويان منافعو ڪمائڻ ۽ واپاري مقصد ڪار فرما ٿي چڪا هئا، ته ٻئي پاسي حاوي ۽ حاڪم جاگيرداراڻي نظام سبب آزاد وڻج واپار جي راهه ۾ ڪيتريون ئي رنڊڪون وڌيون پئي ويون. اهو ئي ڪارڻ هو جو جاگيرداراڻي نظام ۽ سرمائيداراڻي نظام جا مفاد هڪ ٻئي سان ٽڪرائجڻ لڳا هئا. ڇوڏس اِهو مطالبو گونجڻ لڳو هئو ته پابنديون ختم ڪريو ۽ ٽئڪس لاڳو ڪندڙ ادارن ۾ سرمائيدارن جا نمائندا پڻ مقرر ڪريو. ان وقت تائين سرمائيداراڻو سماج اڃا پڇي راس نه ٿيو هو. پر اُن لاءِ حالتون سازگار ٿينديون پئي ويون، ۽ گڏوگڏ اُن سماج جي گهُرجن جو پُوراءُو ڪندڙ سرمائيداراڻا خيال پڻ جُڙڻ ۽ قبوليت ماڻڻ شروع ٿي چڪا هئا.

اشتراڪي خيال يا نظريا پڻ ائين ئي اُسريا يا ارتقا پذير ٿيا. سائنسي، اشتراڪي خيال ان وقت پيدا ٿيا ۽ اسري نسري سگهيا، جڏهن اشتراڪي نظام جي قائم ٿيڻ لاءِ حالتون پيدا ٿي ويون، پيداوار وڏي پئماني تي سماجي ٿيڻ لڳي. هڪ ٻئي پٺيان ۽ لڳاتار جنم وٺندڙ معاشي بحرانن ثابت ڪيو ته سرمائيداراڻو نظام هاڻي پنهنجي اوسر ۽ ترقيءَ جي ڇمار ڪائي چڪو هو ۽ معاشرتي ترقيءَ جي راهه ۾ وڏي رنڊڪ بڻجي رهيو هو.

اهو سچ آهي ته خيال ۽ عقيدا سماج جي مادي حالتن جي سرزمين مان ڦٽي نڪرندا آهن، يا ٻين لفظن ۾ اُهي خيال ۽ عقيدا ڪنهن مخصوص سماج جي سماجي مادي ۽ معاشي حالتن جا مظهر ۽ ترجمان هوندا آهن ۽ جڏهن اهي هڪ ڀيرو ظهور پذير يا وجود ۾ اچي وڃن ٿا ته پوءِ اُهي اُن سماج جي انساني عملن ۽ حالتن جي رفتار

تي پڻ پنهنجي ڇاپ ڇڏيندا آهن. اُهي خيال جيڪي پراڻي پيداواري عمل جو نتيجو هوندا آهن يا اُن سان لاڳاپيل هوندا آهن، سي رجعت پسنداڻا ٿي ويندا آهن. اهڙا خيال بدليل حالتن ۾ ترقيءَ لاءِ لازمي گهربل عمل جي راهه ۾ رنڊڪ ثابت ٿيڻ لڳندا آهن، اهو ئي سبب آهي جو جنهن حڪمران طبقي جو نظام ڊهي رهيو هوندو آهي، سو ننهن چوٽيءَ جا زور لڳائيندو آهي ته سندن نظام رعب تاب، ٺٺ ٺانگر قائم ۽ دائم رهي. اُهي پنهنجي اُن مدي خارج نظام جي بچاءَ واسطي پراڻن ۽ رجعتي خيالن جي تبليغ زوردار انداز ۾ ڪندا آهن، پر بدليل حالتن ۾ سماج ۾ اُهي خيال ئي قبوليت جوڳا هوندا آهن جيڪي نين حالتن سان ٺهڪي بيهندا آهن. اهڙا خيال ئي عمل جو جذبو پيدا ڪرڻ جي اهل هوندا آهن ته جيئن پراڻي ۽ مدي خارج نظام جيڪو نئين دؤر جي چئلنجن ۽ تقاضائن تي پورو لهڻ کان نابري واري بيٺل آهي، تنهن جي جاءِ تي هڪ نئون نظام قائم ڪري سگهجي. تبديليءَ جي ان لهر کي روڪڻ لاءِ پراڻا حڪمران طبقا ترقي پسند خيالن جي مخالفت ڪندي ڪونه ٿڪبا آهن.

جيڪڏهن سرمائيداراڻي نظام جي حامي ڪنهن ماڻهوءَ اهو چيو وڃي ته سرمائيداراڻو نظام نهايت خراب آهي ۽ هيءُ نظام اهڙيءَ اڻبرابريءَ تي بيٺل آهي جو هڪ پاسي لکين انسان مانيءَ ڳپي لاءِ سِڪي رهيا آهن، دنيا ۾ ڏُڪر مٿي ڏُڪر لڳاتار اچي رهيا آهن ۽ اڻ ڳڻيا انسان ۽ ڍور ڍڳا بکن ۾ پاهه ٿي مري رهيا آهن، جڏهن ته ٻئي پاسي هر سال لکين ٽن اناج کي ان مڪروهه نيت سان ساڙي ڇڏبو آهي ته جيئن مارڪيٽ ۾ ان جي کوٽ پيدا ٿئي ۽ باقي بچيل اناج کي پنهنجي من پسند اگهه تي وڪرو ڪيو وڃي. ظاهر آهي ته سرمائيداراڻي نظام جو حامي اُهو شخص باهوڙجي ويندو ۽ ان قسم جي خيالن کي نهايت ئي خطرناڪ قرار ڏيندو ۽ انهن کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ هٿوراڻيون هڻڻ شروع ڪندو.

ڏُکي انسانيت لاءِ درد رکندڙ ذهن سرمائيداراڻي نظام جي

اهڙن انسان دشمن خيالن جي ٽوڙ لاءِ اهڙو متبادل ۽ انسان دوست نظام تجويز ڪندا آهن. جنهن ۾ پيداوار منافعو ڪمائڻ خاطر نہ، بلڪ انسانذات جي گهرجن کي پورو ڪرڻ لاءِ استعمال ڪبي آهي. اهڙن ئي خيالن جي آبياريءَ لاءِ سماجوادي (Socialist) ۽ سام وادي (Communist) پارٽيون وجود ۾ اينديون آهن. اُهي اها ئي ڪوشش ڪنديون آهن تہ ڦهري، ۽ ظلمي نظام ختم ڪري، اُن جي جاءِ تي سماج سُڀنڌي، ۽ ڀل مانسائيءَ تي ٻڌل ڪو نئون نظام قائم ڪيو وڃي.

سماج جي ترقيءَ ۽ تبديليءِ جي مارڪسي نظريي کي تاريخي ماديت چيو وڃي ٿو جنهن موجب انسان جو عمل ۽ مادي تبديليون، جيڪي اُن عمل جي نتيجي طور ظهور پذير ٿين ٿيون. ٻئي، ڪنهن حد تائين يا تہ پنهنجي چوڌاري موجود دنيا جي مادي حالتن جو نتيجو هونديون آهن. يا وري ان عمل جو نتيجو هونديون آهن جنهن جي ذريعي مادي دنيا تي اثرانداز ٿبو آهي. انسان کي اِها پُرجهہ ۽ پروڙ مادي دنيا جي عملي تجربن مان ئي حاصل ٿيندي آهي. انسان کي اهڙو تجربو خودبخود حاصل ڪونہ ٿيندو آهي بلڪ ان ڪم مان حاصل ٿيندو آهي جيڪو ڪيس پنهنجي جياپي لاءِ ڪرڻو پوي ٿو. جيئن جيئن سندس علم ۾ واڌارو ٿيندو ويندو آهي تيئن تيئن هو شيون ناهڻ جا نت نوان طريقا سکندو ويندو آهي ۽ اُنهن کي عملي جامو پڻ پهرائڻ شروع ڪندو آهي. ان وقت ئي پراڻي معاشرتي زندگي سندس شعوري اوسر جي راهہ ۾ رنڊڪ ۽ پيرن ۾ ڏانوڻ محسوس ٿيڻ لڳندي آهي، ڇو تہ جنهن انداز ۾ هو نون پيداواري طريقن کي استعمال ڪرڻ چاهيندو آهي تيئن استعمال ڪري نہ سگهندو آهي. اهو احساس سندس حقيقي زندگيءَ جو تجربو هوندو آهي. اهڙو احساس انسان جي اندر مان اُڌما کائي، پنهنجي اظهارجڻ لاءِ راهہ هموار ڪندو آهي. انسان جي اندر جي اها آنڌ مانڌ. اها ڪشمڪش، اها لوچ پوچ جوالا مُکي ٻڻجي نيٺ ٻاهر نڪرندي

آهي ۽ ڪيس عمل جي ميدان ۾ آڻي بيهاريندي آهي. شروع شروع ۾ هو سرمائيداراڻي نظام جي ڪن خرابين خلاف آواز بلند ڪندو آهي پر آخر ۾ اُن سموري نظام خلاف هلندڙ عوامي هلچل ۾ شريڪ ٿي، فيصلہ ڪُن جدوجهد جو حصو بنجي ويندو آهي.

هڪ خاص حد تائين ايئن ٿيندو آهي تہ پراڻي نظام جي ڪُک مان جنم وٺندڙ نيون پيداواري قوتون اُن عمل ۾ غير ارادي ۽ غير منظم هونديون آهن. اُنهيءَ سان گڏوگڏ پراڻي نظام خلاف ٿيندڙ جدوجهد پڻ اڳواٽ رٿيل ۽ منظم نہ هوندي آهي. پر نيٺ اُها گهڙي پڻ اچي ويندي آهي، جتي اِها ڳالهہ بنهہ چٽي ٿي ويندي آهي تہ پراڻيون پيداواري قوتون نين پيداواري قوتن جي اوسر ۾ رنڊڪ بڻيل آهن. اِتان ئي پوءِ ترقي پسند طبقو رٿابنديءَ تحت پراڻي، مُدي خارج ۽ زوال پذير نظام کي بدلائڻ ۽ نئين دؤر جي تقاضائن کي پورو ڪندڙ نئين نظام لاءِ اڳيري وک وڌائيندو آهي.

هاڻي اهو وقت نہ آهي جو مستقبل ۾ بہ پيداواري قوتون غير منظم ۽ اڻ رٿيل طريقي سان اوسر ڪنديون رهن. انسانذات گذريل سوين سالن دوران انيڪ تجربن مان گذريو آهي ۽ سماجي تبديليءَ جو ڪافي تجربو حاصل ڪري چڪو آهي. هاڻي هو آسانيءَ سان پراڻي پيداواري نظام کي اورانگهي نئين پيداواري نظام ۾ اچي سگهي ٿو ۽ اهڙو نظام قائم پڻ ڪري سگهي ٿو جنهن ۾ پيداوار يا اُپت جا وسيلا نهايت منظم طريقي سان پنهنجو ڪارج سرانجام ڏيئي سگهن. اينگلس لکي ٿو تہ ”خارجي قوتون جيڪي اڄ تائين تاريخ ناهينديون پئي آيون آهن، سي پاڻ انسان جي قبضي ۾ اچي وينديون، اُن ڪان پوءِ ايندڙ وقتن جو انسان پنهنجي تاريخ جو پاڻ ئي خالق هوندو.“

# سرمائيداراڻو سماج

مارڪس پنهنجي حياتيءَ جو گهڻو حصو سرمائيداراڻي نظام جي اڀياس تي صرف ڪيو. اهو نظام انگلستان ۾ جاگيرداراڻي نظام جي جاءِ تي قائم ٿيو. گذريل صديءَ ۾ اهو سڄي دنيا مٿان ڇانئجي ويو هيو. مارڪس سرمائيداريءَ جو ڳوڙهو اڀياس ان ڪري ٿي ڪيو تہ جيئن سرمائيداراڻي سماج جي جوهر کي سمجهي سگهي. مطلب تہ سرمائيداراڻو سماج ڪيئن وجود ۾ آيو ۽ ڪيئن اوسر جا ڏاڪا طئي ڪندو اڳتي وڌي رهيو آهي ۽ ايندڙ وقتن ۾ ڪهڙو روپ اختيار ڪندو. اهو سرمائيداراڻو نظام هن دنيا ۾ ازل کان تہ موجود ڪونہ هو اهو هڪ خاص دؤر ۾ برپا ٿيو ۽ ترقيءَ جا مختلف ڏاڪا طئي ڪري موجوده صورت اختيار ڪئي آهي. ارڙهين صديءَ ۾ سرمائيداري جنهن صورت ۾ موجود هئي سا هاڻي مارڪس جي دؤر ۾ گهڻي تبديل ٿي چڪي هئي. مارڪس نہ رڳو سرمائيداراڻي نظام جي پيچيدگين کي پُرجهڻ ۽ پروڙڻ لاءِ ماندو هو پر هُن اِهو ڳجهہ بہ ڄاڻڻ ٿي چاهيو تہ انهيءَ نظام اندر ڪهڙيون تبديليون اچي رهيون هيون ۽ ڇو اچي رهيون هيون. سرمائيداريءَ بابت انهيءَ قسم جو اڀياس ٻين کان بنهہ مختلف ۽ نيارو هو. مارڪس کان اڳ وارن اقتصاديات جي ماهرن جيڪي ڪجهہ بہ لکيو ٿي، اُهو صرف ان دائري تائين محدود هو تہ هنن جيڪي ڪجهہ ڏٺو ۽ محسوس ڪيو ٿي، سو ئي بيان ٿي ڪيائون، اهڙي قسم جو مٿاڇرائي مطالعو ظاهر آهي تہ ڪنهن نظام کي

بدلائڻ واريءَ سگهه کان وانجهيل هو. مارڪس اُهو واحد ڏاهو ماڻهو هو جيڪو نظامن جي وجودجڻ ۽ ارتقا ڪرڻ جي ڳُجهه تائين پهتو ۽ سهڻي ۽ سَرل نموني سان دنيا آڏو آشڪار ڪيو تہ سرمائيدراڻو پيداواري نظام ٻين نظامن وانگر وجود پذير ٿيو ۽ ارتقا جا مختلف مرحلا طئي ڪري، پنهنجي انتها ۽ اوج تي پهچڻ کان پوءِ منطقي طرح زوال پذير پڻ ٿيڻو آهي. اهڙي ريت هي نظام پڻ تبديلين مان اڪري رهيو آهي. اهڙيءَ ريت مارڪس نہ رڳو هن نظام جا ڪل پاسا تفصيل سان بيان ڪيا پر سائنسي انداز ۾ اهو تجزيو پڻ ڪيائين تہ نيٺ اڳتي هلي اهو نظام ڪهڙي شڪل اختيار ڪندو.

سرمائيداراڻو نظام، جاگيرداراڻي نظام جي ڪُک کان ڦٽي نڪتو آهي. جاگيرداراڻي نظام ۾ کاڌ خوراڪ جون شيون ۽ ڪپڙو وغيره رڳو ڏيهي ضرورتن جي پورائي لاءِ اُپايون ۽ تيار ڪيون ويندييون هيون. اهي سڀ شيون جاگيردارن جا زرعي غلام (ڪيت مزور، هاري ناري وغيره) پنهنجي جياپي ۽ پنهنجي جاگيردار آقا اُپائيندا ۽ (Serf) لاءِ ٺاهيندا هئا. هوريان هوريان پيداواري طور طريقن ۾ سڌارا اچڻ سبب اُپت ۾ واڌ آئي ۽ شيون مقامي گهرج کان جهجهيون ٿيڻ لڳيون. اُن وقت پيداوار جي کپت لاءِ ڏيساور ۾ منڊين جي ڳولا ڪئي وئي. ڏيساور وڪري لاءِ موڪليون ويون ۽ اُنهن ڏيهن جي واڌو پيداوار هتي آندي وئي. شروع شروع ۾ پيداوار جو گهڻو تڻو حصو اُن جا اُپائيندڙ ۽ جاگيردار پاڻ ئي استعمال ڪندا هئا، بعد ۾ انهي قسم جي پيداواري طريقي ۾ تبديلي اُن وقت آئي، جڏهن جاگيرداري سماج پُرڻ ۽ پجڻ لڳو ۽ اُن جي جاءِ منافعي لاءِ پيداوار واري طريقي والاري. هاڻي شيون رڳو استعمال لاءِ نہ پر وڪري ۽ منافعي ڪمائڻ لاءِ ٺهڻ لڳيون. سرمائيداري سماج جو ڳر يا جوهر بہ اهو ئي آهي. جڏهن ڪجهہ هيڇي ماڻهن جي نظر ۾ پيداوار جو مُول

متو فقط نفعو ڪمائڻ ۾ پنهنجيون تجوزيون ڀرڻ ئي ٿي وڃي ته ان صورت ۾ سماج ٻن مخالف انتهائن ۾ ورهائجي ويندو آهي. هڪڙا اُهي ڏاول شاهڪار ماڻهو جن جي هٿ وس پيداوار جا هڙئي وسيلا، ڪارخانا، مشينون وغيره وغيره ۽ اڻ ميو ڏن موجود هوندو آهي ته ٻئي ڇاسي اُها ڪُت خلق، جيڪا هر قسم جي وسيلن کان وانجهيل، ملڪيت جي سڀني شڪلين، ذريعن کان محروم هوندي آهي، وٽن ڪو ٻيو اهڙو ذريعو يا وسيلو به نه هوندو آهي جنهن سان اُهي پنهنجو ۽ پنهنجي ٻچن جو پيٽ پالي سگهن، اُنهن وٽ پنهنجي جياپي لاءِ پنهنجو پاڻ کي ڪنهن ڪارخانيدار وٽ ڪارخاني ۾ وڪڻڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو به نه هوندو آهي.

سرمائيداراڻي نظام ۾ پورهيت شيون پنهنجي لاءِ يا پنهنجي آقا "سرمائيدار" جي استعمال لاءِ ڪونه ٺاهيندو آهي بلڪ شيون اِن لاءِ ٺاهيون ويندیون آهن ته جيئن سرمائيدار اُهي شيون وڪرو ڪري من پسند نفعو ڪمائي سگهي. ڪارخاني جو مزدور جيڪي شيون ٺاهي ٿو تن کي "وڪري جون شيون" چيو ويندو آهي. ڇاڪاڻ ته اُهي بازار ۾ وڪري لاءِ ٺاهيون وڃن ٿيون. اُها پيداوار وڪڻڻ جي نتيجي ۾ جيڪا رقم حاصل ٿئي ٿي، تنهن مان ڪچي مال جي خريداري، ٻيا خرچ پڪا ۽ مزورن جو اجورو وغيره ڪڍي ڪري جيڪو ڪجهه پاڇي بچي ٿو سو سيڙپ ڪندڙ شاهوڪار يعني سرمائيدار جو منافعو هجي ٿو.

سرمائيدار نفعو ڪيئن ٿو ڪمائي؟ تنهن بابت مارڪس ٻڌائي ٿو ته سرمائيدار ان ڪري نفعو ناهي ڪمائيندو جو هُو پنهنجي ڪارخاني ۾ ٺاهيل شيون مهانگيون ڪري وڪڻي، جيڪڏهن ايئن فرض ڪجي ته اِن مان اها مراد ٿيندي ته، هر سرمائيدار ٻئي سرمائيدار سان دوکو ڪري رهيو آهي. ٻئي طرف هڪ سرمائيدار کي نفعو ٿيندو ۽ ٻئي کي نقصان رسندو. اهڙيءَ

ريت مجموعي طرح سرمائيدار طبقي کي ڪو منافعو حاصل ڪونہ ٿيندو. ان مان ثابت ٿيو تہ منافعو شين جي وڪري مان ڪونہ ٿو جڙي، بلڪ انهن شين جي ٺهڻ يا تياريءَ دؤران ٿئي ٿو. اِن ڳالهہ کي سمجهڻ لاءِ اسان کي پيرا ڪٽڻا پوندا تہ پيداوار يا شين جي تياريءَ دوران اهو ڪهڙو عنصر شامل ٿي وڃي ٿو جنهن سان تيار ٿيل شيءِ جو مُلهہ ڪچي مال جي مُلهہ يا ان جي تياريءَ تي ايندڙ لاڳت کان وڌي وڃي ٿو.

جيڪڏهن اسين ان ڳالهہ کي سمجهڻ يا ان جو ڳجهہ ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪنداسون تہ هڪ ٻيو سوال ذهن ۾ ايرندو تہ "قدر" يا "ملهہ" يا "ناڻو" ڇاکي چئبو آهي؟ ظاهر آهي تہ اسان جو ذهن پهريائين ان اصطلاح کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو. تنهن ڪري پهريائين اسين اهو سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسون.

جڏهن ڪو واپاري ڪا شيءِ ڪنهن کي وڪڻي ڏئي ٿو تہ خريدار کان اُن شيءِ جي جيڪا قيمت يا جيڪو مُلهہ ملي ٿو تنهن کي "مٽاسٽا وارو قدر" چئبو آهي. اهو پڻ سچ آهي تہ سرمائيداري نظام ۾ ڪنهن خاص خريدار لاءِ ڪي خاص شيون ڪنهن خاص اگهہ يا قيمت تي ٺاهي سگهجن ٿيون، پر اها خاص صورت واري ڳالهہ آهي. مخصوص صورت وارا معاملا عام حالتن تي لاڳو نٿا ڪري سگهجن. تنهنڪري مارڪس ان ڳالهہ تي گهڻو ڌيان نہ ڏنو آهي، بلڪ هُن سرمائيداري نظام جي عام پيداواري طريقن کي پنهنجي بحث جو موضوع بڻايو آهي، جنهن تحت هر روز ڪروڙين ٽنن جي تعداد ۽ مقدار ۾ عام واهپي واريون شيون ٺاهيون وڃن ٿيون ۽ عام خريدارن کي وڪرو ڪيون وڃن ٿيون. هتي اهو سوال پيدا ٿئي ٿو تہ عام شين جي مٽا سٽا واري قدر کي طئي ڪير ڪري ٿو. مثال طور: هڪ وال ڪپڙي جي مٽاسٽا وارو قدر هڪ سُئيءَ کان وڌيڪ ڇو هوندو آهي. عام طور تي پاڻ مٽاسٽا جي قدر کي ڏوڪڙن يا نقد رقم

جي صورت ۾ بيان ٿا ڪريون. جيئن فلاڻي شيءِ سؤ رپين جي آهي. پاڻ چوندا آهيون تہ ان جي قيمت، اگهہ يا مُلهہ سؤ روپيا آهي. شين جي قدر جي هڪ ٻئي سان ڇنا پيٽي زر جي صورت ۾ ٿئي ٿي. مارڪس ٻڌائي ٿو تہ اسين مختلف قسم جي قدرن جي هڪ ٻئي سان ڇنا پيٽي ان وقت ڪندا آهيون جڏهن انهن سيني ۾ ڪانہ ڪا هڪجهڙائي هجي ۽ جنهن جي گهٽ وڌ ٿيڻ سان شين جا قدر بہ گهٽ وڌ ٿيڻ لڳن ۽ اها ڳالهہ اسين سيئي پليءَ پت ڄاڻون ٿا تہ شين جي تياريءَ انهن ۾ هڪ ئي شيءِ مشترڪ يا ساڳي هوندي آهي ۽ اُها اِها آهي تہ انهن سيني شين ۾ "انساني پگهر جو پورهيو" شامل هوندو آهي. متاسٽا وارو قدر انهيءَ ئي شيءِ جو وڌيڪ هوندو آهي، جنهن ۾ انساني پورهيو وڌيڪ لڳو هجي، يا ايئن ڪٺي چئجي تہ متاسٽا واري قدر جو دارومدار ان محنت يا ان محنت تي خرچ ڪيل وقت تي هوندو آهي.

انساني محنت مان اها مراد هرگز نہ آهي تہ ان شيءِ کي ٺاهڻ لاءِ ڪيترن ماڻهن ڪم ڪيو پر انساني پورهئي يا محنت مان آهي تہ ڪنهن شيءِ ٺاهڻ لاءِ ڪيترن ماڻهن جو پورهيو ڪم ۾ آيو آهي يا ڪيتري معاشرتي محنت ان کي ٺاهڻ لاءِ استعمال ٿي آهي.

جيڪڏهن "متاسٽا واري قدر" جو بنياد "معاشرتي محنت" کي قرار ڏجي تہ پوءِ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ، پورهيت جنهن جي پورهئي جي نتيجي ۾ شيون ٺهن ٿيون، تنهن جي اجوري جو ڪاٽو ڪيئن لڳايو ويندو آهي. مارڪس بہ انهيءَ ڳالهہ کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تہ سرمائيداري نظام تحت جيڪي شيون ٺهن ٿيون يا تيار ڪيون وڃن ٿيون ۽ انهن جي تياريءَ تي جيڪو انساني پورهيو صرف ٿئي ٿو تن ٻنهي ۾ ڪهڙي هڪجهڙائي آهي؟ ۽ پوءِ انهيءَ جي حل طور سمجهائي ٿو تہ جنهن کي اسين پورهئي يا محنت جو وقت چئون ٿا، تنهن مان مراد اهو سراسري

وقت، جيڪو ڪنهن شيءِ کي ٺاهڻ تي خرچ ٿيو. مثال طور ڪنهن گهر جي اڏاوت مڪمل ڪرڻ لاءِ ڪيترن ماڻهن، ڪيتري عرصي تائين، ڪيترا ڪلاڪ سراسري طور تي پورهيو ڪيو آهي.

عام طرح سرمائيداري نظام ۾، ان ڳالهه کي اهميت ڏني ويندي آهي ته هڪ پورهيت ڪٽنب کي جيئرو رکڻ جي لاءِ ڪهڙين بنيادي شين جي گهرج هوندي آهي انهن سڀني شين جي ٺاهڻ لاءِ ڪيتري انساني محنت ۽ ڪيترو وقت گهربل هجي ٿو. هڪ سرمائيدار ڪنهن شيءِ جي تياريءَ لاءِ سيڙپ ڪرڻ وقت انهن سڀني ڳالهين کي ڌيان ۾ رکي متاسنا جي قيمت جو تعين ڪندو آهي ۽ اُها قيمت يا اُهو اجورو ايترو ته نالي ماتر هوندو آهي جو پورهيت پنهنجي محنت سرمائيدار جي هٿن ۾ ڏئي، پاڻ رڳو پنهنجي جياپي لاءِ ڪنهن اجرتي غلام وانگر زندگي گذارڻ تي مجبور ٿي وڃي ٿو. عام طور تي سرمائيداراڻي سماج ۾ ائين ٿيندو آهي ته پورهيت کي سندس پورهئي جو جيترو اجورو ڏنو ويندو آهي، ڪائنس ڪم اُن کان وڌيڪ ورتو ويندو آهي يا ٻين لفظن ۾ ڪائنس اجوري کان وڌيڪ پورهيو ڪرايو ويندو آهي، ان ڳالهه کي پاڻ هيئن به بيان ڪري سگهون ٿا ته ڪنهن پورهيت کي ڏنل اجوري جو ڪم پلي ڪٽي ڇئن ڪلاڪن ۾ ٿي چونه خ نم ٿي وڃي پر ڪائنس 8 کان 10 ڪلاڪن تائين ڪم ورتو وڃي ٿو مطلب ته ڪيس جيڪو اجورو مليو تنهن جي عيوض ڪائنس ڀهرين ڇئن ڪلاڪن ۾ پورهيو ڪرايو ويو باقي جيڪي چار کان ڇهه ڪلاڪن تائين جيڪو ڪائنس پورهيو ڪرايو ويو، تنهن مان جيڪو "واڌو قدر" پيدا ٿيو سو سموري جو سمورو سرمائيدار جي کيسي ۾ هليو ويو. اهو ئي سرمائيدار جو اصل منافعو آهي. ان ڳالهه کي وڌيڪ سولائيءَ سان سمجهڻ لاءِ ڪجهه لفظن جي وضاحت ڪرڻ ضروري آهي. مثال طور "متاسنا جي قدر" جو اصطلاح ان

لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي، ڇو تہ پوري تجزيي جو بنياد ئي ان تي بيٺل آهي. پر حقيقي زندگيءَ ۾ اهو تمام گهٽ ڏٺو ويو آهي تہ شيون پنهنجي اصلي متاسٽا جي قدر تي وڪيون وڪيون هجن. ٺهيل يا تيار ڪيل شيون ۾ انساني پورهيو ٻئي، بازار ۾ جنهن قيمت تي وڪرو ۾ خريد ڪيا وڃن ٿا، سي "اصل متاسٽا جي قدر" سان اڻ سڌي نسبت ۾ هجن ٿا. يا گهٽ هونديون آهن يا وري وڌيڪ ملهہ هوندو اٿن. مثال طور: جيڪڏهن ڪا شيءَ بازار ۾ جهجهي مقدار يا گهڻي تعداد ۾ موجود هوندي آهي تہ اها پنهنجي اصل قيمت يا "متاسٽا جي قدر" کان گهٽ قيمت تي وڪرو ٿيندي آهي، پر جيڪڏهن اُها بازار ۾ گهٽ مقدار يا تعداد ۾ هوندي، يا ٻين لفظن ۾ اها گهرج جي مقابلي ۾ گهٽ موجود هوندي آهي تہ ان صورت ۾ ان شيءِ جي کوٽ پيدا ٿي ويندي آهي ۽ قيمت وڌي ويندي. شين جي قيمتن ۾ انهيءَ لاٿ ۽ چاڙهہ جو دارومدار انهن جي گهرج ۽ فراهميءَ تي هوندو آهي. ان لحاظ کان اقتصاديات جا ڪجهہ ماهر سمجهندا آهن تہ شين جي اگهن ۾ لاٿ ۽ چاڙهہ جو دارومدار بازار ۾ انهن شين جي گهرج ۽ فراهميءَ تي هوندو آهي، پر حقيقت ۾ ايئن نہ هوندو آهي. مثال طور سُين جي گهرج موٽرن کان وڌيڪ هوندي آهي، پر موٽرن جا اگهہ ڪڏهن بہ سُين کان گهٽ نہ ٿيندا آهن. انهيءَ مان ثابت ٿيو تہ شين جي قيمتن ۾ لاٿ ۽ چاڙهہ جو دارومدار اصل قدر تي هوندو آهي ۽ اها لاٿ ۽ چاڙهہ هڪ مخصوص حد اورانگهي ناهي سگهندي ۽ اُها حد ان شيءَ جي نهڻ واري محنتي وقت تحت لاڳاپيل هوندي آهي.

محنت جي معاوضي يا اجوري تي بہ شين جي گهرج ۽ رسد جو اثر پوندو آهي، پر گڏوگڏ ٻيون شيون بہ اثرانداز ٿينديون آهن. مثال طور مزور انجمنن جي تنظيم ۽ طاقت. جيڪڏهن مزورن جون انجمنون سگهاريون هونديون آهن تہ اُهي پنهنجي جدوجهد

ذريعي پورهيتن کي سندس پورهئي جو جائز اجورو ڏيارينديون آهن ۽ سندن استحصال ٽيڻ نه ڏينديون آهن. نتيجي طور اجرتون به وڌي وينديون آهن. پر تنهن هوندي به اجرت هڪ خاص حد کان وڌيڪ وڌي ناهي سگهندي.

مختلف پورهيتن سان واڳيل مزورن جون صلاحيتون پڻ هڪجهڙيون ناهن هونديون. مثال طور ڪنهن ماهر مزدور هڪ گهٽ مهارت رکندڙ مزدور جي ڀيٽ ۾ هڪ ڪلاڪ اندر وڌيڪ شيون ناهي سگهندو آهي. سوال هي آهي ته اهو فرق ڪيئن ٿو پيدا ٿئي؟ ڪارل مارڪس ان جو جواب هن ريت ڏئي ٿو ته ڪنهن ماهر مزدور کي گهٽ مهارت رکندڙ مزدور کان وڌيڪ اجورو ان لاءِ نٿو ڏنو وڃي ته اهو ڪو اخلاقي مسئلو آهي، پر ان لاءِ وڌيڪ ڏنو وڃي ٿو جو ماهر مزدور جي "محنت جو متاسٽا" وارو قدر غير ماهر جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ هوندو آهي. بلڪل ائين جيئن ٻاڦ تي هلندڙ جهاز جي قيمت، سڙهه تي هلندڙ ٻيڙيءَ کان وڌيڪ هوندي آهي. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته مارڪس هن نظام جو جيڪو تجزيو ڪيو هو ۽ جاڻي ورتو هئائين ته انهيءَ نظام جو اصل ٿنڀ ڪهڙو آهي، ته اسين انهيءَ مان ڇا سمجهي سگهيا آهيون؟ سچ اهو آهي ته مارڪس جي انهيءَ اپياس ۽ تجزئي کي چڱيءَ ريت سمجهڻ کان پوءِ اسين هاڻي طبقاتي نظام جي چڪتاڻ جو درست تجزيو ڪرڻ جي قابل ٿي ويا آهيون. اسان اهو سمجهي ورتو آهي ته مڙني ڪارخانن اندر اجرتن جو نظام ڪيئن ٿو ڪم ڪري. اُتي مزور جيڪو پنهنجي ذهني صلاحيت ۽ پگهر جي پورهئي سان ڪجهه پيدا ڪري ٿو تنهن جي عيوض کيس فقط هڪ قليل حصو ملي ٿو ۽ باقي حصو صنعتڪار پاڻ هڙپ ڪري ويندو آهي. سرمائيدار هميشه ان ڪوشش ۾ رهندو آهي ته سندس سيرپڪاريءَ عيوض جيڪو نفعو حاصل ٿئي ٿو

تنهن جو گهٽي ڪان گهٽ حصو ڪيس ملي، تنهن لاءِ هو ڪيترن ئي قسمن جا گهات پيو گهڙيندو آهي. مثال طور هو مزورن جو اجورو گهٽائي ڇڏيندو آهي، ڪم جي رفتار وڌائي ڇڏيندو آهي، ڪم جو وقت وڌائي ڇڏيندو آهي، مطلب تہ هر حيلي بهاني سان هو اها ئي ڪوشش ڪندوآهي تہ پورهيت جي پورهئي وسيلي جيڪو ۽ جيترو بہ پيدا ٿئي، تنهن جو گهٽي مان گهٽ حصو سندس پيٽ ۾ وڃي، ۽ گهٽ کان گهٽ حصو مزور کي ڏئي. ٻئي پاسي مزور هر وقت پنهنجي پورهئي جو مناسب اجورو وٺڻ ۽ ڪم جو وقت گهٽائڻ لاءِ ڳٽتين ۾ ڳرندو رهي.

اهڙيءَ ريت، مزور ۽ سرمائيدار وچ ۾ پنهنجن پنهنجن مفادن جي ڇڪتاڻ جاري رهندي آهي، جيڪا پورهئي جي استحصال تي آڌاريل نظام جي خاتمي تائين جاري رهندي آهي. اها ڇڪتاڻ شروع شروع ۾ سرمائيدار ۽ ڪجهہ مزدورن وچ ۾ انفرادي طور شروع ٿيندي آهي، ۽ پوءِ آهستي آهستي اها پکڙجندي ويندي آهي. مزدور پنهنجي جائز حقن جي تحفظ لاءِ پنهنجون نمائنده تنظيمون جوڙيندا آهن ۽ سرمائيدار پنهنجي گروهي مفادن خاطر پنهنجا ٽولا ٺاهي، ايڪو ڪري وٺندا آهن. ٻنهي جي ڇڪتاڻ جاري رهندي آهي. نيٺ، هلندي هلنديءِ مزورن ۾ سياسي ادارا جڙڻ لڳندا آهن. جيڪي پنهنجي جهنڊي جي ڇانو ۾ صنعتي پورهيتن ۽ عوام جي ٻين حصن کي منظم ڪرڻ لڳندا آهن. اهڙيءَ ريت، سرمائيداري سرشتي خلاف هڪ منظم جدوجهد جي شروعات ٿيندي آهي، جنهن جي آخري منزل انقلاب هوندو آهي، يعني مزور دشمن سرمائيداراڻي نظام جو تختو اونڌو ڪيو ويندو آهي ۽ اُن جي جاءِ تي هڪ اهڙو نظام وجود ۾ اچي ويندو آهي، جنهن ۾ مزورن جي پورهيي مان حاصل ٿيندڙ دولت ڪنهن فرد يا طبقي جا پيٽ نہ ڀريندي آهي. بلڪ ناڻي جي منصفاڻي ورهاست

سبب سيئي طبقا اُن جي قل ۾ برابر جا ڀاڱي ڀائيوار بڻجي ويندا آهن. انهيءَ موضوع جو تفصيلي جائزو پاڻ اڳتي هلي وٺنداسون، هتي پاڻ رڳو اهو ٻڌائيندا ٿا هلون تہ سرمائيداري نظام اندر جيڪا ڇڪتاڻ هميشہ هلندي رهي ٿي، اها اصل ۾ انهيءَ نظام جي پيداواري طريقن جو لازمي حصو هوندي آهي. جنهن ۾ ٻن طبقن جي ڀاڱي ڀائيواري هوندي آهي پر ٻنهي جا مقصد هڪ ٻئي جي تضاد ۾ بيٺل هوندا آهن، جنهن ڪري منجهن هر وقت ٽڪراءَ واري صورتحال قائم رهندي آهي.

منافعي ۽ اجوري جو تجزيو ڪرڻ کانپوءِ، هاڻي اسين سرمائي جي تجزيي ڏانهن اچون ٿا. ان سلسلي ۾ پهرين اها ڳالهہ ذهن ۾ رکڻ جي ضرورت آهي تہ پيداوار دوران جيڪو "واڌو قدر" پيدا ٿئي ٿو يا جيڪو منافعو سرمائيدار کي ملي ٿو تنهن کي هو پنهنجي تجوڙيءَ ۾ لڪائي ڪونہ ٿو رکي، بلڪ اُهو هڪ اهڙو وهندڙ چشمو هوندو آهي، جنهن مان ڪيترا ئي سرمائيدار گروهہ پنهنجي اڃ اجهائيندا آهن. مثال طور زميندار پنهنجو منافعو وٺندو آهي، بينڪ پنهنجو وياج اوڳاڙيندي آهي، وچولو طبقو يا واپاري پنهنجو منافعو ڪڍندو آهي، تنهن کان پوءِ باقي جيڪو منافعو بچندو آهي، سو ڪارخانيدار يا سرمائيدار ڏانهن ويندو آهي. هر ڪنهن طبقي جي ڪوشش هوندي آهي تہ اُهو وڌ کان وڌ نفعو پاڻ کٽي، تنهنڪري انهن سرمائيدار گروهن ۾ پڻ پنهنجن پنهنجن مفادن خاطر ڇڪتاڻ هلندي رهندي آهي. پر مزدور جي مزوريءَ تي ڌاڙو هڻڻ، انهن جا حق ڦباڻڻ ۽ انهن خلاف هر قسم جون سِٽون سٽڻ ۾ اهي سڀ هڪ ٻئي جا ساٿاري ۽ ٻانهن ٻيلي هوندا آهن.

هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ آخر سرمايو ڇا کي ٿو چئجي؟ سرمائي جون شڪليون مختلف هونديون آهن. مثال طور: مشينري، عمارتون، ڪچو مال، ٻارڻ وغيره وغيره. انهن کانسواءِ اُهي سموريون

شيون، جيڪي پيداوار لاءِ ڪتب اچن ٿيون. تنهن کان علاوه اها رقم بہ شامل هوندي آهي، جيڪا اجوري جي شڪل ۾ مزورن کي ادا ڪئي ويندي آهي. تنهن هوندي بہ، سموريون عمارتون، روڪڙ پيسو، مشينون سرمايو نہ بہ هونديون آهن. مثال طور: ڪنهن هاريءَ وٽ سندس ۽ ڪٽنب جي رهڻ لاءِ گهر هوندو آهي، ان گهر جي چوڌاري ٿوري گهڻي زمين بہ پيل هوندي آهي، وٽس ٿورو گهڻو ڏوڪڙ پيسو بہ هوندو آهي. تنهن هوندي بہ جيڪڏهن هو ڪنهن ٻئي کان انهن تي پورهيو نٿو ڪرائي تہ اهي شيون سرمايو ڪونہ چئبيون، ڇو تہ ڪابہ جائيداد (ڪٽي اُها ڪهڙيءَ بہ صورت ۾ هجي) سرمائي جو روپ فقط ان وقت ڌاريندي آهي، جڏهن اُها "واڌو قدر" يا منافعو ڪمائڻ لاءِ استعمال ڪئي وڃي. مطلب تہ اها اهڙيءَ طرح استعمال ڪئي وڃي جنهن تي پورهيت پورهيو ڪن ۽ ان مان "واڌو قدر" پيدا ٿئي. جڏهن ٻين پورهيتن جي پگهر جو پورهيو شامل هجي ۽ ان مان منافعو پيدا ٿئي، اُن صورت ۾، ان کي سرمايو چيو ويندو آهي.

سرمايو وجود ۾ ڪيئن ايندو آهي؟

اسين جيڪڏهن ماضيءَ جي تاريخ تي نظر وجهنداسون تہ اِها ڳالهہ پڌريءَ پيت معلوم ٿيندي تہ اُن زماني ۾ سرمايو جهڙيءَ ريت ميڙيو ويو سا ڪنهن ڌاڙي کان ڪنهن بہ ريت گهٽ نہ هئي. يورپ جي قورن، آمريڪا، هندستان ۽ آفريڪي ملڪن مان سون لُٽي، اُهو سرمايو گڏ ڪيو هو.

ڦُرلُٽ جواهو طريقو رڳو سرمائي ٺاهڻ لاءِ ئي استعمال نہ ڪيو ويو، پر ٻين بہ ڪيترن ئي مقصدن لاءِ استعمال ڪيو ويو. مثال طور انگلستان ۾ سرمائيدار زميندارن پنهنجا من پسند قانون ٺاهي اتان جي زمينن تي قبضا ڪيا ۽ غريب آبادگارن کي زبردستي بيدخل، بي گهر ۽ بيروزگار ڪري ڇڏيو. اُهي هاري ۽ آبادگار نيٺ مجبور ٿي ڪارخانن ۾ مزوريون ڪرڻ لڳا. مارڪس چٽيءَ طرح

سمجهايو آهي تہ سرمايو دراصل اهڙي ئي ڦرلٽ ڪري جمع ڪيو ويو آهي. پر اُن جي ابتڙ اسان کي جيڪو ٻڌايو وڃي ٿو تہ انسان ويچاري محنت ڪري، پيٽ تي پٽر ٻڌي، ڪفايتون ڪري، ٿوري ٿوري پونجي تاري رکي، ۽ جيڪا پوءِ سرمايو ٿي پئي، سا ڳالهہ بلڪل من گهڙت آهي.

سرمايو شروعات ۾ جنهن طريقي سان ميڙيو ويو هو، سو ساڳيءَ حالت ۾ نہ رهيو بلڪ وڏي تيزيءَ سان پکڙجڻ لڳو. سوال اِهو آهي تہ شروع شروع ۾ جيڪڏهن سرمايو ڌاڙا ۽ ڦرون ڪري ميڙيو ويو هو تہ پوءِ اڳتي هلي ان ۾ اڻ ميو اضافو ڪيئن آندو ويو؟ مارڪس ان سوال جو جواب سمجهائيندي اسان کي ٻڌائي ٿو تہ سرمائيداريءَ جي شروعاتي دور ۾ اهو ڌاڙو ڏينا ڏاستي مُهڙئين دروازي کان هنيو ويندو هو ۽ هاڻي اهو ساڳيو ڪڏو ڪم هٿ جي صفائيءَ سان، پور دروازي کان هنيو پيو وڃي. مطلب تہ مزور جي رت ولوڙ ۽ پگهر جي پورهئي جو گهڻو حصو مختلف حيلن بهانن سان سرمائيدار پاڻ ڪٽي وڃي ٿو ۽ ان جي ڪجهہ حصي مان پنهنجي زندگيءَ جي خرچن جو پورائو ڪرڻ کان پوءِ باقي بچت پونجيءَ کي نيون صنعتون لڳائڻ ۽ پيداوار جي ٻين وسيلن تي سيڙپ ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙيءَ ريت، سندس سرمايو ڏينهون ڏينهن پيو وڌندو ويجهندو رهندو آهي.

جيڪڏهن ڪي ٻيون معاشي ۽ سماجي قوتون انهيءَ ڦرلٽ ۾ رڪاوٽ نہ بڻجن تہ جيڪر سرمايي جي ڦهلاءُ جون ڪي بہ حدون رهن ئي ڪونہ. اڳتي هلي، سرمائيداريءَ جي راهہ ۾ جيڪا سڀ کان وڏي رنڊڪ اُڀري نروار ٿئي ٿي سا ڪا ٻي قوت نہ پر پورهيتن جي استحصال جي نتيجي ۾ جنم وٺندڙ سندن مزاحمت آهي، جيڪا سرمائيداريءَ جي فيل مست هاٿيءَ جي راهہ ۾ وک وک تي رڪاوٽون وجهندي رهندي آهي، ۽ نيٺ اُن استحصالي، مزدور دشمن، نظام جون ئي پاڙون پٽي ڇڏيندي آهي. انهيءَ کان علاوه

هن نظام جي اندر بذات خود اهڙا تضاد موجود هوندا آهن جيڪي پيداواري عمل کي متاثر ڪندا رهندا آهن. ۽ هڪ خاص وقت گذرڻ کان پوءِ بحرانن پنيان بحران ڳر ڪٽڻ شروع ڪندا آهن، جيڪي ان جي اوسر کي روڪي ڇڏيندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ته سالن جي ميڙيل پونجي رک جو ڍير بڻجي ويندي آهي.

ڪميونسٽ مينيفيسٽو ۾ مارڪس هڪ هنڌ لکيو آهي: ”جڏهن ڪو معاشي بحران ايندو آهي ته اهو وبائي مرض وانگر سموري نظام ۾ سرايت ڪري ويندو آهي“.

مطلب ته سرمائيداراڻي نظام ۾ يا ته شيون ضرورت کان وڌيڪ ٺهڻ لڳنديون آهن، يا وري رسد شين جي گهرج کان گهٽجي ويندي آهي. جيڪڏهن اهڙي ڳالهه سرمائيداري نظام جي ابتدائي دؤر ۾ ڪجي ها ته جيڪر اُها عجيب، ڪل جوڳي ۽ اڻ ٽيڙي لڳي ها. جاگيرداراڻي دؤر ۾ جيڪڏهن ڪٽڪ جو فصل ڀلو لهندو هو ته ماڻهو اهو چئي خوش ٿيندا هئا ته هاڻي ڪاڏي خوراڪ جي ڪابه کوٽ نه ٿيندي. پر سرمائيداراڻي دؤر ۾ جيڪڏهن ڪو فصل ڀلو لهي ۽ مارڪيٽ ۾ ان جو اگهه مناسب نه ملي ته آبادگارن جو مايوسيءَ وچان ٻئي سال لاءِ اهو فصل پوکڻ تان ارواح ئي ڪڇي ويندو آهي. نتيجي ۾ ڪيترا ئي مزور بيروزگار ٿي وڃن ٿا ۽ ڏڪار جهڙي صورتحال پيدا ٿي ويندي آهي.

اڄڪلهه سرمائيداري نظام جي بحران کان هر ماڻهو واقف آهي. هن نظام ۾ هڪ وقت اهڙو به اچي وڃي ٿو جنهن ۾ شيون ضرورت کان وڌيڪ ٺهڻ لڳنديون آهن، جنهن ڪانپوءِ ڪارخانا بند ڪرڻا پون ٿا ۽ بيروزگاري وڌي ويندي آهي. بيروزگاري جڏهن وڌي ٿي ته ان جو مطلب ته غربت وڌي وڃي ٿي. شين جي گهرج تنهان گهٽجي وڃي ٿي. ان ڪري ڪارخانن جي پيداوار اڃا وڌيڪ هيٺانهين ڏانهن اچي ٿي. هاڻي نوان ڪارخانا جڙڻ جو عمل بند ٿي وڃي ٿو بلڪ گهڻا ته مورڳو ئي تباهه ڪيا ويندا

آهن. هڪ پاسي اناج ساڙيو ويندو آهي تہ جيئن قيمت وڌي، ٻئي پاسي بيروزگاري ۽ غربت سبب مزدور ۽ سندن آڪهہ بکن وگهي بيمارين ۽ موت جو شڪار ٿي وڃي ٿي. هن تباهيءَ ڪانپوءِ واڌو پيداوار ۽ پيداواري ذريعن جو ڪجھ حصو تباهہ ٿي وڃي ٿو. جڏهن پيداوار گهرج کان گهٽجي وڃي ٿي ۽ حالتون بهتر ٿيڻ لڳنديون آهن، پيداوار ٻيهر وڌڻ لڳندي آهي ۽ نوان ڪارخانا قائم ٿيڻ لڳندا آهن. واپار وڌڻ لڳندو آهي ۽ بيروزگاري گهٽجڻ لڳندي آهي ۽ ڪجھہ وقت گذرڻ ڪانپوءِ وري ساڳي صورتحال پيدا ٿيندي آهي، ٻيهر پيداوار گهرج کان وڌي ويندي آهي، ۽ وري بحران شروع ٿي ويندو آهي.

هن بحران جو سبب ڇا آهي؟ مارڪس ان جو جواب هن ريت ڏئي ٿو تہ سرمائيداري پيداواري طريقي جو قانون آهي تہ سرمائي جو هر بلاڪ وڌڻ چاهيندو آهي، تہ جيئن پيدوار وڌي ۽ گهٽي مان گهڻو منافعو ڪمائي سگهجي. جيترو سرمايو وڌندو، اوتري پيداوار بہ وڌندي، پر گڏوگڏ جنهن رفتار سان سرمايو وڌي ٿو مزورن جو تعداد ان حساب سان نہ وڌندو آهي. ڇاڪاڻ تہ نت نين مشينن جي ايجاد سان پورهيتن جي گهرج ۾ گهٽتائي اچيو وڃي ٿي. ٻين لفظن ۾ ان کي هيئن بہ بيان ڪري سگهجي ٿو تہ سرمايي جي وڌڻ سان پيداوار ۾ واڌارو ايندو ۽ اجوري ۾ گهٽتائي ايندي آهي. ان ڪري زندگيءَ جو معيار بہ گهٽبو آهي، لازمي طرح شين جي گهرج بہ گهٽبي (هتي هيءَ ڳالهہ چٽي ڪرڻ گهرجي تہ اهو لازمي نہ آهي تہ سرمايي جي واڌاري سبب اجوري ۾ لازمي طور گهٽتائي ايندي آهي، بلڪ پيداوار جنهن تناسب سان وڌندي آهي ان تناسب سان اجورو نہ وڌندو آهي). اهڙيءَ ريت هڪ پاسي پيداوار وڌي ٿي، تہ ٻئي پاسي ماڻهن جي زندگيءَ جو معيار ڪرندو آهي. ماڻهن ۾ خريداريءَ جي سگهہ ناهي وڌي سگهندي ۽ نتيجي طور بحران اچي ويندو آهي.

ان سلسلي ۾ سرمائيداري نظام ۾ هڪ ڳالهه بنيادي نوعيت جي آهي، اهو سرمائيدارن جي هڪ ٻئي سان ڇتاپيتي آهي، جهڙيءَ ريت سرمائيداري نظام ۾ هر شيءَ جا ٻه متضاد رخ هجن ٿا. هڪ پاسي مقابلي سبب هر ڪارخانيدار اها ڪوشش ڪندو آهي ته سندس تيار ٿيل مال تي لاڳت گهٽ کان گهٽ اچي ته جيئن هو گهٽ قيمت تي شيون بازار ۾ وڪڻي سگهي. ان لاءِ هو اجوري ۾ گهٽتائي ڪندو آهي، وڌي تعداد ۾ شيون ناهيندو آهي ۽ جديد کان جديد مشينن جو استعمال ڪرڻ چاهيندو آهي. ٻئي پاسي وڏا ڪارخانا، گهرج کان وڌيڪ اُپت ڏين ٿا جنهن جي نتيجي ۾ بحران شروع ٿي ويندا آهن.

اهڙيءَ ريت، اُهي ڪارخانا جيڪي نين مشينن جي مدد سان ٽيڪنڪ کي ترقي بخشيندا آهن، جيسيتائين ٻيا ڪارخانا اسري اُن ڪر تائين ترقي نٿا ڪن تيسيتائين نئين ٽيڪنڪ وارا ڪارخانا انهن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ منافعو ڪمائيندا رهندا آهن، پر مقابلو ڪرڻ وارا سڀ جا سڀ ترقي ناهن ڪري سگهندا. ڇاڪاڻ ته مقابلي لاءِ گهربل سرمايو هر ڪارخاني کي ناهي ملي سگهندو. جنهن جو لازمي نتيجو اهو نڪرندو آهي ته انهيءَ ڇتاپيتيءَ واري ڊوڙ ۾ گهٽ پونجي رکندڙ سرمائيدار شڪست کائي ويندا آهن ۽ سِس تباهه ٿي ويندا آهن. هڪ وڏو سرمائيدار ڪيترن ئي ننڍين سرمائيدارن کي ڳتڪائي ڇڏيندو آهي، اهڙيءَ ريت ننڍا ننڍا ڪارخانا ختم ٿي ويندا آهن ۽ انهن جي جاءِ آڳرين تي ڳڻڻ جيترا وڏا ادارا والاريندا آهن. اهڙيءَ ريت سرمائيداراڻي مقابلي بازيءَ ۾ سرمائيداراڻي اجاري داري جنم وٺندي آهي جنهن سان سماج ۾ نيون ڳالهيون اچي وڃن ٿيون جنهن جو ذڪر اڳتي هلي ڪيو ويندو.

# سرمائيداري جو سامراجي دؤر

جيڪڏهن ڪو بہ ملڪ، پاڻ کان گهٽ ترقي ڪيل ملڪن
مٿان ناجائز قبضو ڪري هڪ وسيع سلطنت قائم ڪري، اُن جي
حدن کي لامحدود وسعت ڏيڻ جو عمل جاري ۽ ساري رکي تہ اهڙي
ملڪ کي عام ٻوليءَ ۾ سامراج ۽ اهڙيءَ پاليسيءَ کي سامراج واد
چئبو آهي. ڪو بہ ملڪ، ڪنهن ٻئي ملڪ تي قبضو فقط پنهنجي
ناماچار لاءِ ناهي ڪندو پر ان قبضي جي پويان فتح ڪيل ملڪ ۽
قوم جي ڌن دولت، قدرتي معدني ذخيرن تي قبضو ڪري انهن کي
مال غنيمت سمجهي، ڦرلٽ ڪرڻ ۽ پنهنجي مڪروهہ ارادن لاءِ
استعمال ڪرڻ واري نيت ڪارفرما هوندي آهي.

سامراج پاڻ کان ڪمزور ملڪن تي ناجائز قبضي گيريءَ
کي جائز قرار ڏيڻ لاءِ پاڻ ئي من گهڙيون تاويلون ۽ عُذر پيو
گهڙيندو ۽ پيش ڪندو رهندو آهي، پر ان جون اهي ڳالهيون
حقيقت جي ابتڙ هونديون آهن. اسين صحيح نتيجي تي تڏهن
ئي پهچي سگهنداسون، جڏهن اهڙيءَ ڏاڍ مڙسي، ناجائز اڳرائيءَ
جي پويان ڪارفرما سموريون حقيقتون اسان آڏو آشڪار ۽ نروار
ٿين ۽ اسين پاڻ بہ جن جو صحيح ادراڪ ۽ تجزيو ڪرڻ جي
سگهہ ۽ صلاحيت رکندا هجون.

واپار ڪرڻ، اُن کي وسعت ڏيڻ هڪ الڳ مامرو آهي. واپار
جي بهاني ڪنهن آزاد ۽ خودمختيار قوم ۽ وطن تي قبضو ڪرڻ
کي ڪنهن بہ صورت ۾ جائز قرار نٿو ڏئي سگهجي. انگلستان

هيڏي وڏي سلطنت هوندي بہ ٻين ڪيترن ئي ملڪن سان واپار ڪري ٿو ۽ ائين ٻيا ملڪ بہ هڪ ٻين سان واپاري لاڳاپار رکن ٿا. صنعت جي ترقيءَ توڙي روزمره جي استعمال لاءِ گهربل شيون، جيڪڏهن ڪنهن ملڪ ۾ گهٽ آهن، تہ اُهي تہ ٻين ملڪن مان ملي سگهن ٿيون، ۽ اهڙيون شيون انگلستان ۾ اينديون رهن ٿيون. حقيقت تہ هيءَ آهي جو ڪن غير معمولي حالتن ڪي ڇڏي ڪري دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ ڪاڏي، پيتي جون شيون جهجهي مقدار ۾ پيدا ٿينديون آهن، ۽ ڪيترائي ملڪ تہ اُنهن واڌو اُپت وارين شين کي ڌيساور ۾ وڪرو ڪرڻ لاءِ ڳڻتيون ڪائيندا رهندا آهن. باقي جيستائين واڌو آباديءَ کي منتقل ڪرڻ جو سوال آهي تہ، ايشيا ۾ تمام گهٽ اهڙا ملڪ هوندا جتي يورپي آبادي کي منتقل ڪري سگهجي ڇو تہ هڪ تہ اُهي اڳ ۾ ئي ڳتيل آباديءَ وارا ملڪ آهن ۽ ٻيو اتان جون سماجي، ثقافتي، تهذيبي ۽ آبهوائي حالتون اهڙيون آهن جن سان نباهہ ڪرڻ يورپي لوڪن جي وس جي ڳالهہ ئي ناهي.

اهڙيءَ ريت، ٻين علائقن کي فتح ڪرڻ لاءِ فاشسٽ جيڪي بهانا گهڙيندا آهن ۽ انهن جا ٻولڙيا ماڻهو تن کي جائز قرار ڏيڻ جي حق ۾ ٻيا دليل ورجائيندا آهن. پر حقيقت ۾ قابض حڪمرانن جا اهي گهڙيل سبب ۽ دليل بلڪل غلط هوندا آهن:

موجوده دؤر جي سياسي حالتن جو سڀ کان وڌيڪ سائنسي تجزيو ڪامريڊ لينن پيش ڪيو آهي. هن ٻڌايو آهي تہ، سرمائيداراڻي سامراجي دؤر جي خمير ۾ اها ڳالهہ سمايل هوندي آهي تہ، ڪچي مال کان علاوه سرمايو پڻ تابعدار بڻايل ملڪن مان برآمد ڪيو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ تہ سرمائيداري نظام ۾ ڪي بنيادي قسم جون تبديليون اچي ويون آهن. لينن واضح انداز ۾ اهو سمجهائڻ ۾ سوڀارو ٿيو تہ سامراجيت، سرمائيداري دؤر جي

هڪ نياري خاصيت آهي، هي اهو دؤر آهي جنهن ۾ وڏن سرمائيدار ملڪن ۾ پنهنجي اجاري داري قائم ڪرڻ جو رواج وڏي پيماني تي پئجي چڪو آهي.

صنعتي سرمائيداريءَ جي شروعاتي دؤر ۾ڪارخانا، ڪاٽيون ۽ ٻيو ڪاروبار نهايت ننڍي پئماني تي رائج هو. هڪ ڪارخانو کولڻ يا ڪاڻ ڪوٺڻ تي تمام ٿورو سرمايو خرچ ٿيندو هو. پر ٽيڪنالاجيءَ جي شعبي ۾ جيئن جيئن نيون نيون ترقيون ٿينديون ويون، تيئن تيئن سرمائي جي ضرورت بہ وڌندي وئي. گڏوگڏ ٻئي پاسي اَڻ-ميي صنعتي پيداوار کي کپائڻ لاءِ مارڪيٽون بہ وسيع ٿينديون ويون. هٿ جي هنر ۽ گهريلو صنعت جي ذريعي تيار ٿيندڙ شين جي کپت گهٽبي وئي. ڇو تہ ڪارخانن ۾ تيار ٿيندڙ شين جي ڀيٽ ۾ اُهي مهانگيون ۽ غير معياري هيون. نتيجي طور وڏا وڏا ڪارخانا تيزيءَ سان کلڻ لڳا. ريل جي ايجاد ۽ ٻاڦ تي هلندڙ بحري جهاز جي ايجاد سبب لوهہ ۽ فولاد جي صنعت بہ ترقي ڪرڻ لڳي، ۽ انهن جا وڏا وڏا ڪارخانا وجود ۾ اچڻ لڳا. ڪارخانو کٽي کهڙي بہ شيءَ جو هجي، ان تي خرچ گهٽ فائدو گهڻو ٿيندو آهي.

صنعتي ترقيءَ جي انهيءَ ڊوڙ ۾ ننڍين ۽ وڏن ڪارخانن وارو تضاد اُڀري نروار ٿيو. وڏن ڪارخانن لڳڻ سبب ننڍا ڪارخانا مصيبت جي منهن ۾ اچي ويا، ڇاڪاڻ تہ ننڍا ڪارخانا وڏن ڪارخانن جو مقابلو نٿي ڪري سگهيا. ان ڪري ننڍا ڪارخانا يا تہ مورڳو ئي بند ٿيڻ لڳا يا وري وڏن ڪارخانن ۾ جذب ٿيڻ لڳا.

ان سان ٻٽو عمل شروع ٿي ويو. هڪ پاسي وڏا ڪارخانا کلڻ لڳا تہ ٻئي پاسي بيشمار ننڍا ڪارخانا بند ٿيڻ لڳا. ننڍا سرمائيدار ختم ٿيڻ لڳا ۽ آخرين تي ڳڻڻ جيترن وڏن شاهوڪار سرمائيدارن وٽ ڪارخانن جو تعداد تهان وڌڻ لڳو. مارڪس بہ

اها ڳالهه پنهنجي زماني ۾ محسوس ڪئي هئي، ۽ هن ان پاسي ڌيان به ڇڪايو هو. مارڪس ٻڌايو هو ته هن رجحان جو آخري نتيجو اهو نڪرڻو آهي ته اڳتي هلي پيداواري ذريعا توڙي سموري دولت سُسي آڳرين تي ڳڻڻ جيترن ماڻهن جي قبضي ۾ اچي ويندي، نتيجي طور آزاد، صحت مند ۽ ترقي پسند مقابلي جي جاءِ تي تورڙن ماڻهن جي هڪ هٽي قائم ٿي ويندي، جنهن سان سرمائيداريءَ جي جوجوهر ۾ لڪل تضاد کلي سامهون اچي ويندا.

1914ع کان شروع ٿيندڙ پهرين مهاياري لڙائيءَ وارن ڏينهن ۾ ڪامريڊ لينن پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب "سامراج" ۾ سرمائيداريءَ جي اهڙي هڪ هٽيءَ واري دؤر بابت انگن اکرن، ثابتين ثبوتن سان لکيو آهي، جنهن ۾ هن اهڙي دؤر جي سياسي، سماجي ۽ خاص طور تي معاشي خاصيتن کي کولي بيان ڪيو آهي. مارڪس سرمائيداريءَ جي ارتقا جي باري ۾ جيڪو ڪم ڪيو هو، لينن تنهن کي اڳتي وڌايو ۽ مڪمل ڪيو. لينن ٻڌايو ته سرمائيداريءَ جو سامراجي دؤر 1900ع جي لڳ ڀڳ شروع ٿيو هو. ان جون پنج خاصيتون نهايت ڌيان طلب آهن.

پيداواري ذريعن ۽ سرمايي جو آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ڪجهه ماڻهن جي هٿن ۾ اچي وڃڻ جي نتيجي ۾ اُنهن جي انهن شين تي هڪ هٽي قائم ٿي چڪي آهي، جنهن جو ماڻهن جي معاشي زندگيءَ تي نهايت اُگرو اثر پيو آهي.

هونئن ته اهڙي هڪ هٽي هر ملڪ ۾ آئي آهي پر آمريڪا ۽ جرمنيءَ ۾ اُن پنهنجا پير وڌيڪ مضبوط ڪيا آهن. پهرين مهاياري لڙائيءَ 1914ع کان پوءِ اها انگلستان ۾ به وڌي آهي، جتي اهڙا صنعتي ادارا به وجود ۾ آيا آهن، جن ۾ هڪ هڪ اداري جو سرمايو ڏهه ڪروڙ پائونڊن کان به مٿي آهي. لنڊن ٽرانسپورٽ بورڊ، امپيريل ڪيميڪل انڊسٽري وغيره جهڙا ادارا ان جو مثال

آهن. هر وڏي صنعت ۾ مجموعي تجارت جو وڏو حصو چند وڏن ادارن جي هٿن ۾ هوندو آهي، ۽ انهن جو سموري صنعت تي پورو پورو قبضو هوندو آهي. اُهي ئي شين جون قيمتون مقرر ڪندا آهن ۽ اهي ئي پيداوار جو مقدار مقرر ڪندا آهن.

بينڪ جو سرمايو صنعتي سرمايي ۾ ضم ٿي ويو آهي ۽ انهن ٻنهي جي گڏجڻ سان، ان کي "مالياتي سرمايي" جو نالو ڏنو ويو آهي. سرمائيدار ملڪن ۾ مالياتي سرمايي جي ئي حڪمراني هلي ٿي.

ان ڳالهه جي ٿوري وضاحت ضروري آهي. سرمائيداريءَ جي شروعاتي دؤر ۾ ڪارخانيدار ۽ بينڪ جو ڪاروبار ڪندڙ ماڻهو الڳ الڳ ڪاروباري ماڻهو هئا. هڪ جو ٻئي سان رڳو ان حد تائين لاڳاپو يا تعلق هو ته، ڪارخاني جو مالڪ بينڪ کان قرض کڻندو هو ۽ پنهنجي واڌو يا بچتو رقم بينڪ ۾ جمع ڪرائيندو هو. اڳتي هلي آهستي آهستي صنعتن ۽ بينڪن جون ڪمپنيون قائم ٿيڻ لڳيون ۽ بينڪ جو ڪاروبار ڪندڙ ماڻهو پنهنجو پئسو ڏوڪڙ بينڪن ۾ سيڙائڻ لڳا. اهڙيءَ ريت وڏن وڏن بينڪرن ۽ ڪارخانيدارن جو حصو پتي بينڪن ۽ ڪارخانن ۾ جڙڻ لڳو. انهيءَ ريت تمام ٿورڙي اقليت جو سماج جي ٻين طبقن تي اثر رسوخ وڌي ويو (ڪجهه ملڪن خاص ڪري انگلستان ۾ وڏا، وڏا زميندار به انهيءَ گروهه ۾ شامل ٿي ويا) بينڪ ۽ صنعتي سرمايي جي اهڙي ڳٺ جوڙ جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو ته هاڻي رڳو اُهي صنعتون ۽ ڪارخانا ئي پنهنجو وجود قائم رکي سگهن ٿا جن کي بينڪن جي مالي مدد حاصل هوندي آهي، نتيجي طور بنهه شاهوڪار سرمائيدار ملڪن ۾ آڱرين تي ڳڻڻ جيترن سرمائيدارن جي حاڪميت قائم ٿي وئي آهي، جنهن سان انهن جو نه رڳو بينڪن ۽ صنعتن تي پر حڪومتي ڪاروبار تي پڻ اثر رسوخ وڌي ويو آهي.

بينڪن ۽ صنعتن جي ڳٽ جوڙ جو تازو مثال هي آهي تہ صنعتن جي ڊائريڪٽرن ۾ بينڪرن جو تعداد وڏي ويو آهي. ان مان مراد اها نہ آهي تہ هاڻي مڙني صنعتن تي بينڪن جو قبضو ٿي ويو آهي، بلڪ اهي ٿي ٿورڙا سرمائيدار بينڪن ۽ صنعتن جي ڪاروبار تي حاوي ٿي ويا آهن. ان لاءِ هتي پاڻ هڪ مثال ٿا پيش ڪريون. 1870ع ۾ 157 صنعتي ادارا اهڙا هئا جن انگلستان جي بينڪ آف انگلينڊ ۽ ڪجهہ ٻين بينڪن جا ماڻهو ڊائريڪٽر طور ڪم ڪندا هئا. 1913ع ۾ اهڙن صعنتي ادارن جو انگ وڌي 239 ٿي ويو. 1939ع ۾ اهو انگ وڌي 1150 ٿي ويو. اهڙن ادارن ۾ برطانيا جون سيني کان وڏيون ڪمپنيون، لنڊن ٽرانسپورٽ ۽ امپيريل ڪيميڪلز پڻ شامل آهن.

صنعتي پڪي مال سان گڏوگڏ، هن دؤر ۾ سرمايو پڻ وڏي پئماني تي ڏيساور ملڪن ڏانهن منتقل ٿيڻ لڳو.

سرمائيداريءَ جي ابتدائي دؤر ۾، سرمائيدار ملڪن، خاص طور برطانيا وغيره، سوٽي ڪپڙو ۽ ٻيو صنعتي پڪو مال ٻين ملڪن ڏانهن موڪليندا هئا ۽ اتان ڪان ڪچو مال توڙي ڪاڌ خوراڪ جون شيون خريد ڪري پنهنجي ملڪ ۾ گهرائيندا هئا. پر گذريل صديءَ جي وچ ڌاري ۽ خاص طور پڇاڙڪي اڌ ۾ اهو رجحان وڌڻ لڳو تہ ڇو نہ سرمايو ٻين ملڪن ڏانهن موڪلجي، اتي صنعتون کولجن ۽ واپار بہ اتي ئي ڪجي، جنهن سان نفعو بہ گهڻو ڪمائي سگهجي ٿو. مثال طور برطانوي مالياتي سرمايي هندستان ۾ پنهنجو ڄار پکيڙيو ۽ هتي ريلن، ڪاٽين، چانهہ جي باغن، سٽيءَ جي صنعتن ۾ پنهنجو سرمايو لڳايو. گورن شاهوڪارن ان ريت نواڻ پيدا ڪري، هڪ پاسي وڏي پئماني تي نفعو ڪمايو ۽ ساڳئي وقت هندستان جي مقامي صنعت کي اُسرڻ جو موقعو بہ نہ ڏنو.

اهڙيءَ ريت بين الاقوامي اجاري داريون قائم ٿيون ۽ انهن سڄيءَ دنيا کي ورهائي، ٽوڙي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو.

دنيا جي مختلف ملڪن جي وڏن وڏن سرمائيدارن پاڻ ۾ ايڪو قائم ڪري ورتو مثال طور فولاد جي صنعت سان لاڳاپيل ڪارخانيدارن گڏجي هڪ ادارو قائم ڪيو ۽ پاڻ ۾ طئي ڪيائون ته ڪهڙو ڪارخانو ڪهڙي ملڪ ۾ واپار ڪندو ۽ ان ڳالهه جو امڪان ئي ميساريو ويو ته ڪا ٻي فولاد جي ڪمپني قائم ٿيندي ۽ سندن بازار تي قبضو ڪري سگهندي.

دنيا جي وڏين طاقتن سڄي دنيا کي ٽوڙي، ٽڪر ٽڪر ڪري، حصا پتيون هڪ ٻئي ۾ ورهائي ڪٽڻ وارو ڪم مڪمل ڪري ڇڏيو. دنيا جي ڪابه اهڙي ٻاري ڪانه بچي جيڪا ڪنهن وڏي سرمائيدار جي قبضي هيٺ نه هجي. ان قبضي گيري، ونڊ ورڇ جو نتيجو اهو نڪتو ته هاڻي ڪنهن وڏي ملڪ لاءِ ممڪن ئي نه رهيو هو ته اُهو ڪنهن پنتي پيل ملڪ تي هلان ڪري سگهي. اسريل ملڪن جي شاهوڪار سرمائيدارن لاءِ وڌيڪ ملڪن تي قبضو ڪرڻ ناممڪن ٿي ويو. بين ملڪن تي قبضي لاءِ هڪ ئي جواز بچيو اهو هو خونخوار جنگين ذريعي دنيا جي ٻيهر ونڊ ورڇ ڪرڻ.

ان سلسلي ۾ لينن جيڪي ڳالهيون لکيون، اهي اڄ جي زماني ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون. هن ٻڌايو ته عام طرح اهو سمجهيو ويندو آهي ته سامراجي ملڪ رڳو پنتي پيل ملڪن تي قبضا ڪرڻ چاهيندا آهن. ائين ضروري نه آهي. اُهي ترقي ڪيل يورپ کي به ڳڙڪائڻ جي ڪوشش ڪري سگهن ٿا. گذريل ڏهاڪي دؤران فاشسٽ جرمني ۽ اٽليءَ جيڪي ڪجهه ڪيو، سو ان سلسلي ۾ هڪ وڏو مثال آهي.

لينن سرمائيداريءَ جي سامراجي دؤر جو تجزيو ڪندي ٻڌائي ٿو ته، هن دؤر ۾ زبردست معاشي بحران ايندا ۽ عالمگير

جنگيون شروع ٿي وينديون. ٻئي پاسي مزورن جي تحريڪن ۾ اُڀار ايندو. اُهي انقلاب آڻيندا. تنهن سان گڏوگڏ بينڪيتن ۾ پنتي پيل ۽ قبضي هيٺ آيل ملڪن جي ماڻهن ۾ سياسي ۽ معاشي جاڳرتا پيدا ٿيندي، سامراجي قوتن خلاف سندن جدوجهد ۽ آزاديءَ جون لڙايون تيز ٿينديون.

سرمائيداريءَ جي هن دؤر ۾ سمورو سرمايومحدود ٿي، ٿورڙن ماڻهن جي هٿن ۾ جمع ٿي ويو. ۽ اهو دؤر ۽ اهو گروهه ايترو تہ سگهارو ٿي ويو جو انهن ملڪن جي حڪومتن تي پڻ سندن قبضو ٿي ويو. انهن ملڪن جي پاليسي مڪمل طرح هن گروهه جي مفادن جي پائبند ٿي وئي. 1914ع واري مهاڀاري لڙائي حقيقت ۾ تمام وڏن شاهوڪار ملڪن جي هڪ ٻئي خلاف معاشي مفادن جي جنگ هئي. هر ملڪ ٻئي ملڪ جي مال جي درآمد تي وڏا ٽئڪس مڙهڻ لڳو ۽ آخر ۾ ان جو نتيجو اهو نڪتو جو سڄي دنيا کي هڪ هيبتناڪ جنگ جو ٻارڻ ٻڻجڻو پيو.

هاڻي هڪ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ آخر مختلف ملڪن جي انهن امير گروهن ۾ اها ڇڪتاڻ هميشہ ڇو هلندي رهندي آهي؟ آخر هو ڪو ناهہ ڪري دنيا جي ونڊ ورڇ ڪري، ڇو نہ ٿا خاموش ٿي ويهن؟

پاڻ مٿي اڳ ۾ ئي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ مختلف ملڪن جا وڏا سرمائيدار هڪ ٻئي سان اهو ناهہ ڪندا آهن تہ اُهي اڳتي هڪ ٻئي لاءِ ڪاروباري معاملن ۾ رنڊڪ نہ ٻڻجندا ۽ اُهي اهڙي باهمي رضامنديءَ هيٺ سڀ مارڪيٽون هڪ ٻئي ۾ ونڊي ورهائي کڻندا آهن. جنهن مان بظاهر ائين پيو لڳندو آهي تہ سندن هڪ ٻئي سان خوني مقابلو ختم ٿي چڪو آهي ۽ بين الاقوامي واپاريءَ لاءِ امن جو دؤر اچي چڪو آهي. پر لينن حقيقتن جي عڪاسي ڪندي ٻڌائي ٿو تہ اهڙي قسم جا واعدا وچن ڪڏهن بہ پائيدار نہ

هوندا آهن. مثال طور: 1905ع ۾ فرانس، برطانيا، جرمني ۽ آمريڪا وچ ۾ هڪ واپاري ناهه ٿيو هو جنهن تحت منڊيون هر ملڪ جي پيداوار موجب پاڻ ۾ ورهايون ويون هيون، پر سرمائيداري نظام جو اهو قانون آهي تہ هر هڪ ملڪ جي پيداوار هڪ ڳري نہ هوندي آهي. هر ملڪ جي حالتن جي آڌار ان جي ترقيءَ ۾ پڻ فرق هجي ٿو. ڪجهہ سالن ڪانپوءِ جرمنيءَ ۽ آمريڪا جي پيداوار ۾ واڌ آئي ۽ کين مليل مارڪيٽ اڻپوري ٿي پئي. نتيجي طور اُهي پراڻي ناهہ جي مخالفت ڪرڻ لڳا ۽ جڏهن ٻين ملڪن سندن اهڙي ڇڪتاڻ جي مخالفت ڪئي ۽ ڪنهن ترميم تي راضي نہ ٿيا تہ سخت مقابلي جي شروعات ٿي وئي.

سچ اهو آهي تہ اهڙن معاهدن جو هميشہ اهو ئي نتيجو نڪرندو آهي. جيئن تہ ناهموار معاشي ترقيءَ جو قانون رڳو ڪن خاص صنعتي گروهن نہ، بلڪ مختلف ملڪن جي سرمايي تي لاڳو ٿئي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو اهڙي قسم جا معاهدا مختلف ملڪن جي مالياتي سرمايي جي وچ ۾ عارضي جنگ بنديءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هوندا آهن.

رڳو معاشي جنگ مان ڪو نتيجو ناهي نڪري سگهندو انڪري مالياتي سرمايي جي گروهن جا وڏا وڏا سرمائيدار پنهنجي حڪومتن ذريعي ٻاهرين ملڪن جي ڀڪي مال تي ڳرا ٽئڪس لاڳو ڪرائي ڇڏيندا آهن. ٻين ملڪن جي سرمائيدارن جي مال جي درآمد جو مقدار مقرر ڪرائيندا آهن. پاڻ کان هيٺين ملڪن تي دٻاءُ وجهي کين مجبور ڪندا آهن تہ اهي ساڻن واپاري معاهدا ڪن. ان ريت اُهي ٻين ملڪن جي پيٽ ۾ پاڻ وڌيڪ رعايتون حاصل ڪندا آهن. هيٺين ملڪن کي پنهنجي معاشي وڪڙ ۾ ڦاسائيندا آهن ۽ گڏوگڏ جنگ لاءِ بہ پيا پر ساهيندا آهن تہ جيڪڏهن جنگ لڳي پوي تہ سندن فتح، سندن طاقت ۽ ڏاڍ جي ساک پري سگهي.

ماضيءَ جون بہ مهاياري جنگيون درحقيقت مختلف ملڪن جي سرمائيدار واپاري گروهن پاران سرمايي کي پنهنجيءَ مُٺ ۾ ڪرڻ جو نتيجو هيون. پيداوار ۽ سرمايي جو چند هٿن تائين محدود ٿيڻ جهڙو معاشي عمل نيٺ جنگ جهڙي سماجي تباهي کي جنم ڏيندو آهي.

جنگ بابت مارڪسوادين جو رويو ڪڏهن بہ مبهم نہ رهيو آهي. اُهي سدائين آزاديءَ جي سورمن جي حمايت ۽ سامراجي جنگين جي مخالفت ڪندا رهيا آهن. ڇو تہ اهڙين جنگين جي نتيجي ۾ ارتقاءَ جو سلسلو وقت طور تي رڪجي ٿو. بهرحال، اهڙيون جنگيون، جيڪي عوام پاران سامراجي قوتن خلاف هجن ٿيون، سي مارڪسوادين لاءِ بلڪل برحق هونديون آهن. اهڙيءَ ريت انهن ملڪن جون اندروني جنگيون بہ حمايت لهڻن، جيڪي عوام جو ڪو پيڙهيل طبقو پنهنجي حقن جي حاصلات لاءِ وڙهي ٿو. سچ پچ تہ پيڙهيل طبقو ڦورو طبقن جي خاتمي لاءِ جيڪا جنگ جوٽي ٿو انهي جنگ جي سوپ حوس جي جنگين جو انت آڻي ٿي. اهڙين جنگين جي سوپ جو ئي نتيجو هجي ٿو جو جنگ جو ڪارڻ بڻجندڙ طبقا ختم ٿي وڃن ٿا ۽ انسانذات رتوڇاڻ واري اهڙيءَ لويي راند مان پنهنجا پاند آجا ڪرائي ٿي.

جيڪڏهن ڪنهن بہ سامراجي ملڪ جي حڪومت ڪنهن ناجائز جنگ ۾ مصروف هجي تہ ان ملڪ جي پورهيتن لاءِ اهو لازم بڻجي ٿو وڃي تہ اُهي ان جنگ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪن. پورهيتن کي گهرجي تہ اهڙي سامراجي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري اقتدار تي قبضو ڪري وٺن تہ جيئن جنگ جهڙي پيانڪ عمل مان جند ڇٽي ۽ سوشلزم قائم ٿئي. سن 1917ع ۾ روسي پورهيتن ائين ئي ڪيو هو.

مختلف سامراجي گروهن جي وچ ۾ هڪ ٻئي سان ٽڪراءُ

ڪاروباري مقابلي ۾ صورتحال خراب ٿي ويندي آهي. نوان نوان ٽيڪنيڪل طريقا ايجاد ٿيڻ لڳندا آهن. جنهن سبب مزورن جي ڇانٽي ڪئي ويندي آهي، بيروزگاري وڌي ويندي آهي ۽ نتيجي طور معاشي بحران اچي ويندا آهن. انتهائي خوشحاليءَ جي زماني تائين ڪيتريون ئي مشينون بيڪار پيون سڙي ڳري رهيون هونديون آهن. لکين ايڪڙ زمين غير آباد پئي هوندي آهي ۽ لکين مزور بيروزگار ٿي ويندا آهن. دولت جي پيداوار جا سمورا ذريعا چند ماڻهن جي هٿن ۾ اچي ويندا آهن. اهي معاشي نظام جي اوسر ۾ ڏانوڻ وجهي، اُن کي اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏيندا آهن. خانگي سرمايي جي ابتدائي اوسر واري دؤر ۾ هن نظام نهايت ترقي پسند ڪردار ادا ڪيو هو. پيداواري قوتن جي ترقي ٿي. اڄ اهو ئي خانگي ملڪيت وارو نظام هڪ هٿيءَ واري صورت اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ انساني سماج جي اوسر ۾ پيرن جا ڏانوڻ بڻجي چڪو آهي. مختلف سامراجي گروهن جي مقابلي جو نتيجو اهو نڪتو آهي تہ مزورن جي حالت ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندي پئي وڃي. نين نين مشينن جي ايجاد سبب بيروزگاري وڌندي پئي وڃي. گڏوگڏ سرمائيدار مزدور کي گهٽو وقت ڪم ڪرڻ تي مجبور ڪن ٿا. هڪ ڪانپوءِ ٻي جنگ تي لڳي ۽ انهن جنگين ۾ دولت تيل جيان ٿي ٻري. مزور جي حالت بهتر بڻائڻ لاءِ ڪجهہ نٿو بچي، نتيجي طور بيروزگاريءَ ۽ ڏڪار جهڙيءَ صورت ۾ معاشي بحران هڪ ٻئي جي پٺيان ايندا رهندا آهن. تنهنڪري مزورن ۽ سرمائيدارن جي ڇڪتاڻ ۾ واڌارو ايندو رهندو آهي.

لينن سامراجي دؤر جي تجزيي ۾ جن ڳالهين طرف گهڻو ڌيان ڇڪرايو آهي تن ۾ اها ڳالهہ وڏي اهميت ٿي رکي تہ سامراجي ملڪن جي وڏن اجارادار گروهن جا سرمائيدار ٻين سرمائيدارن جي پيٽ ۾ وڏيڪ منافعو ڪمائين ٿا ڇاڪاڻ تہ سندن گهڻو

سرمايو پنهنجي پيل ۾ غلام علائقن ۾ سيڙپ ڪيل هوندو آهي. ان جو هڪ وڏو سبب اهو هوندو آهي تہ اتان جي ماڻهن جي زندگيءَ جو معيار ڏاڍو پنهنجي پيل هوندو آهي. اتان جي پورهيتن کي اجورو بنهہ گهٽ ڏنو ويندو آهي. ٻئي پاسي ظالم حڪمرانن جو ظلم مزدورن کي نهايت ايذائيندڙ حالتن ۾ رهڻ تي مجبور ڪري ٿو ڇڏي. تنهن ڪانسواءِ مشينن جو ناهيل مال، هٿ جي هنر وارين شين جي ڀيٽ ۾ تمام وڏي منافعي جي فرق سان مٿا سٺا ڪيو ويندو آهي. ان جو تعلق پئسي سان گهٽ پر مال سان وڌيڪ هوندو آهي. اها ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ ڪنهن بہ پيداوار جي قيمت جو تعين ان شيءَ تي لڳندڙ سماجي وقت سان ڪيو ويندو آهي. مثال طور برطانيا ۾ ڪپڙي جي ڪارخانن منجهہ مشينن ذريعي تيار ڪيل ڪپڙي جي هڪ وال جي اُپت تي خرچ ٿيل وقت ۽ هندستان ۾ آڏاڻي تي اڻيل ڪپڙي جي هڪ وال جي تياريءَ تي خرچ ٿيل وقت وچ ۾ ڪابہ نسبت نہ هوندي آهي. آڏاڻي تي اُڻيل ڪپڙي تي گهڻي محنت ۽ گهڻو وقت خرچ ٿئي ٿو. هاڻي جيڪڏهن برطانيا ۾ اڻيل ڪپڙي جو هڪ وال هندستان ۾ تيار ٿيل ڪپڙي جي وال جي قيمت تي وڪرو ڪيو ويو تہ ان مان اها مراد ٿي تہ اُهو ڪپڙو هندستان ۾ تمام وڏي منافعي سان وڪيو ويو. ان دؤران جيڪو ڪچو مال ۽ پيداوار هندستان مان جنهن قيمت تي آندو ويو هو ۽ وري هندستان ۾ ئي وڪرو ڪيو ويو. تنهن تي بہ وڏي پئماني تي منافعو ڪمايو ويو. پر جيڪڏهن ساڳيو ڪپڙو برطانيا ۾ ئي تيار ڪري برطانيا ۾ ئي وڪرو ڪجي ها تہ ايترو نفعو هرگز ڪمائي نہ سگهجي ها. هر پاسي هڪجهڙي مشينري ڪم ڪري رهي آهي، مهارت جي مختلف سطح، اثر بہ مختلف پيدا ڪري ٿي ۽ منافعي جي سطح بہ ان لحاظ کان مختلف هجي ٿي. واڌو منافعو هر قسم جي سودي ۾ ملي

ٿو. ان جو نتيجواهو نڪرندو آهي تہ واپاري سرمائيدار کي ڪروڙين اربين رپين جوفائدو ٿيندو آهي.

سامراجي سرمائيدارن کي غلام بڻايل علائقن مان مختلف حيلن بهانن وسيلي ڪيل معاشي ڦُرلُٽ وسيلي جيڪو سرمايو حاصل ٿئي ٿو تنهن جو اثر مزدور تحريڪ تي پڻ ٿئي ٿو. مارڪس انگريز سرمائيدارن لاءِ هڪ هنڌ چيو آهي تہ انگلستان اُهو ملڪ آهي، جنهن مشين سان ٺهيل شيون دنيا جي مختلف ملڪن تائين پهچايون، ان مان ڪمايل نفعي مان اتان جي سرمائيدار، مزورن جا سالن پراڻا مطالبا بہ ڪنهن حد تائين پورا ڪيا، هُنن مزدورن جا ڪجهہ لڙڪ پڻ اُگهيا، ۽ ماهر انجينيئرن ۽ سوٽي ڪپڙو تيار ڪندڙ مزورن جي زندگيءَ جو معيار ٻين ملڪن جي مزورن کان گهڻو بهتر ٿي ويو. اهڙيءَ ريت اُتان جو مزدور طبقو بہ پنهنجي هم وطن سرمائيدارن سان ٻانهن ٻيلي ٿي غلام بڻايل علائقن جي ڦرلٽ ۾ ڀاڱيوار بڻيو. لينن چيو آهي تہ اهڙي صورتحال دنيا جي هر سرمائيدار ملڪ ۾ پيدا ٿي ويندي آهي، خاص طور جڏهن اهي سرمائيدار ملڪ سامراج جي شڪل اختيار ڪري وٺندا آهن. اُهي مزدور جيڪي اڳتي هلي خوشحال ٿي ويندا آهن (خاص طور گروهن جا رهنما)، سي موقعي پرست ٿي ويندا آهن. موقعو ملڻ تي پنهنجي طبقي جي نمائندي جي حيثيت ۾ سرمائيدارن سان ناهہ ڪري ڇڏيندا آهن، جڏهن تہ سندن ئي پورهيت طبقو جيڪو برباد ٿي رهيو هوندو آهي، تنهن جو ڪوبہ خيال نہ رکندا آهن. جڏهن سامراجي دؤر عروج تي وڃڻ لڳو تہ اهڙن موقعي پرستن، سامراج سان اجا ويجها ناتا جوڙي ورتا. اها صورت 1914ع واري مهاڀاري لڙائي ۾ چٽيءَ طرح نظر آئي. روسي بالشويڪن کان سواءِ جي باقي سموريءَ دنيا ۾ اتان جي مزدور ليڊرن، سامراجي جنگ خلاف مهاڏو اٽڪائڻ جي ابتڙ

پنهنجي ملڪن جي مزورن کي ڇوڪُنيو ۽ وڏي سرمائيدار سامراجيت جي پيرن ۾ اڇلائي ڇڏيو.

اهڙن مزدور گروهن جي موقعي پرستي ۽ اُنهن جو حڪمران طبقن سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيهڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو انهن طبقاتي ڇڪتاڻ واري ڪردار تان هٿ کڻي ڇڏيو. مارڪسي نظريو پڻ ترڪ ڪري ڇڏيائون ۽ ڪميونسٽ پارٽين جي مخالفت ڪرڻ لڳا. جڏهن ته ڪميونسٽ پارٽيون طبقاتي جدوجهد ۽ مارڪسي نظريي جون علمبردار آهن.

سرمائيداريءَ جي سامراجي دؤر ۾ بينڪيتن ۽ محڪوم قومن ۾ پڻ قومي آزاديءَ لاءِ جنگ تيز ٿي ويندي آهي. جڏهن ڪو به سرمائيدار سامراجي ڪنهن به ملڪ مٿان قبضو ڪندو آهي ته اتان جو سڄو پيداواري نظام ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ماڻهن کي روزگار جي ذريعن کان محروم ڪري ڇڏيندو آهي. انگريزن جي هندستان مٿان قبضي ڪرڻ ۽ انگلستان جي ملن ۾ تيار ڪيل ڪپڙو هندستان ۾ وڪڻڻ سبب، هتان جا لکين ڪوري بک ۽ بدحاليءَ جو شڪار ٿيا. ڪين هاريپي ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت سماج ۾ هارين جي انگ ۾ واڌي آئي. هونئن به سامراجي دؤر ۾ محڪوم ملڪن جي عوام تي دٻاءُ وڌي ويندو آهي. ڇو ته سامراجين کي پنهنجو ناجائز قبضو ۽ اقتدار قائم رکڻ لاءِ فوج ۽ سول انتظاميا تي خرچ وڌي ويندو آهي، نتيجي طور اُهي عوام مٿان ڳاتي ٿوڙ ٽئڪس مڙهيندا آهن. وري جڏهن معاشي بحران ايندو آهي ته اُن جو ڀڃريون شڪار به محڪوم ملڪن جو عوام ٿي بڻجندو آهي، ڇو ته سامراجي لکين ماڻهن کي بيروزگار ڪري ڇڏيندا آهن جنهن سبب بُک ۽ بدحاليءَ ۾ اضافو ٿي ويندو آهي. نيٺ جڏهن جبر ماڻهن جي سهپ کان وڌي ويندو آهي، تڏهن هارين ۾ هلچل شروع ٿي ويندي آهي.

هوڏانهن شهرن ۾ مزورن جي سماجي ۽ معاشي حالت نهايت خراب ٿي ويندي آهي ۽ مزور انجمنن کي هيسائڻ لاءِ ڪيئي ڪوششون ڪيون وينديون آهن. وچولي طبقي ۾ بہ بيروزگاري ۽ بي آرامي وڏي ويندي آهي. ايتري قدر جو محڪوم ملڪن جي اُسرندڙ سرمائيدار طبقي جي اوسر ۾ پڻ رڪاوٽون پوڻ شروع ٿي وينديون آهن. انهيءَ سڄي صورتحال ڪانپوءِ اُنهن علائقن يا ملڪن ۾ آزاديءَ جون تحريڪون جنم وٺڻ لڳنديون آهن. اهو لقاءُ لڳ ڀڳ هر محڪوم ملڪ ۾ پيدا ٿيندو آهي، رڳو حالتن ۾ فرق هئڻ سبب سطح ۾ فرق هجي ٿو.

مارڪسوادي پليءَ پت سمجهن ٿا تہ اهڙي ڇڪتاڻ سرمائيدارائٽي ڦرلٽ جو لازمي نتيجو هوندي آهي. اها ڇڪتاڻ اُن وقت تائين برقرار رهندي آهي، جيسيتائين سامراج جو تختو اونڌو نتو ٿي وڃي.

سرمائيداريءَ جي سامراجي دؤر ۾ هڪ پاسي تنظيم انتهائي ترقي يافتا ۽ مڪمل ٿي ويندي آهي تہ ٻئي پاسي سرمائيداريءَ جا اندروني تضاد ۽ ڏقيڙ پڻ ايري ظاهر ٿي پوندا آهن. هن دؤر ۾ معاشي بحران ۽ جنگين سان گڏوگڏ حڪمران طبقن خلاف بغاوت وڏي شدت اختيار ڪري وٺندي آهن. اها ڇڪتاڻ واري صورتحال صرف ان وقت ختم ٿي سگهي ٿي، جڏهن پورهيت طبقا سرمائيدار ڦورو طبقن کان اقتدار کسي پنهنجي قبضي ۾ نٿا ڪري وٺن.

# موجوده دؤر ۾ طبقاتي ڇڪتاڻ

پئي باب ۾ طبقاتي ڇڪتاڻ جي عام نظريي جو سرسري جائزو ورتو هو. طبقاتي جدوجهد هڪ اهڙي پيداواري طريقي مان اسري نروار ٿيندي آهي، جنهن ۾ سماج ٻن طبقن ۾ ورهائجي ويندو آهي. مثال طور: غلام رعيت، مزور، پيدوار ۾ عملي طور پنهنجو پورهيو شامل ڪندا آهن ۽ ٻئي پاسي سرمائيدار، جاگيردار، سردار پيداوار لاءِ ڪو به پورهيو نہ ڪندا آهن. پر ٻين جي پگهر جي پورهئي جو وڏو حصو سندن قبضي ۾ اچي وڃي ٿو. انهن ٻن وڏن طبقن کانسواءِ ڪجهہ ٻيا طبقا بہ ٿين ٿا. انهن مان ڪجهہ تہ اڳوڻي نظام جو باقيات هوندا آهن، جيئن هندستان ۾ ڏيهي راجا وغيره يا وچولي دؤر جا هنرمند جيڪي اڳتي هلي سرمائيدار بڻجي ويا.

طبقاتي ڇڪتاڻ جي نتيجي ۾ انسان ترقي ڪري پنتي پيل پيداواري ذريعن مان اوسر ڪري پيدواري ذريعن جي مٿانهين سطح تائين پهچندو آهي. جڏهن انقلاب ڪامياب ٿي وڃي ٿو تہ اسريل پيداواري طريقو پنتي پيل پيداواري طريقي جي جاءِ والاريندو آهي. مثال طور انگلستان ۾ سرمائيداري نظام جي واڌ ويجهہ لاءِ ڪراميل جي انقلاب (1689ع) رستو هموار ڪيو هو ٿي ڪم فرانس ۾ اتان جي 1789ع واري انقلاب ڪيو.

مارڪس پنهنجي ايپاس جو دائرو رڳو طبقاتي جدوجهد تائين محدود نہ رکيو. هن پنهنجي زماني جي طبقاتي جدوجهد جو

نهايت گهرائي سان مطالعو ڪرڻ سان گڏوگڏ اهي قانون بہ دريافت ڪيا جيڪي طبقاتي جدوجهد واري جنگ لاءِ ڪتب ايندا آهن.

هتي اسين طبقاتي ڇڪتاڻ جي باريڪين تي بحث نٿا ڪريون. مارڪس اسان کي ٻڌائي ٿو تہ معاشرتي ترقيءَ ۾ سڀ کان وڏيڪ سمجهڻ لائق ڳالهہ طبقاتي قوتن جو تجزيو هوندي آهي. اُهي طبقاتي قوتون ڪنهن انقلاب لاءِ ڄڻ تہ انجڻ جي حيثيت رکنديون آهن ۽ نوان پيداواري طريقا رائج ڪنديون آهن. 1848ع ۾ يورپ جي اڪثر ملڪن اندر انقلابي لهر اُڀري رهي هئي. انهن سڀني ملڪن اندر جنم وٺندڙ طبقاتي تحريڪن جي اُڀار ۾ ڪيتريون ئي هڪجهڙايون هيون. انهن انقلابن جون عام خاصيتون يا قانون ڪهڙا هئا؟

پهرين ڳالهہ اها تہ انقلابي تحريڪ اُهو طبقو اُڀاريندو آهي، جيڪو نئين پيداواري طريقي جي قائم ٿيڻ ۾ مددگار هوندو آهي ۽ اهو حڪومت جون واڳون سنڀالڻ گهرندو آهي. پر اهڙيءَ اُٿل پُٿل ۾ رڳو اهو طبقو ئي شامل نہ هوندو آهي مثال طور 1789ع واري مشهور فرينچ انقلاب ۾ رڳو اڀرندڙ سرمائيدار طبقي حصو نہ ورتو هو. پر انهيءَ جي ڪاميابيءَ پويان آبادگار، ننڍا واپاري، هنرمند ۽ ٻيا پورهيت بہ شامل هئا. جيڪي اڳتي هلي صنعتي مزور بڻيا. انهن مڙني طبقن جا مفاد هڪجهڙا نہ هئا. پر اهي سڀ هڪڙي ڳالهہ تي متفق هئا تہ جيڪڏهن پراڻو نظام ڊاٺو نہ ويو تہ ظلم ۽ ڏاڍ ڏهڪاءَ مان جند نہ ڇٽندي ۽ نہ وري سندن ڄُسا مصيبتن مان آجا ٿي سگهندا.

جڏهن يورپ جي ٻين حصن ۾ انقلاب آيا تہ هر ملڪ مان آپيشاهي بادشاهتن جي تڏا ويڙهہ ٿي وئي، ۽ سرمائيداري نظام لاءِ راهہ هموار ٿي وئي. لڳ ڀڳ سمورن ملڪن جو عوام پنهنجن

پراڻن حاڪمن خلاف متحد هو ۽ سرمائيدار طبقي سندن سرواڻي تي ڪئي. اهو اتحاد مختلف شڪليون اختيار ڪري چڪو هو. پورهيت طبقو هڪ پاسي پنهنجي جئيدان لاءِ آپيشاهي بادشاهن خلاف ويڙهه وڙهي رهيو هو ته ٻئي پاسي اُن نون سرمائيدار طبقن ڪان پنهنجا حق به تي گهريا ۽ سرمائيدار سندن مطالبا مڃڻ لاءِ تيار نه هئا. ڪيترن هنڌن تي جڏهن مزورن زورائتي انداز ۾ پنهنجن مطالبن جي مڃتا لاءِ آواز تي اٿاريو ته اتان جي سرمائيدارن ماضي جي رجعت پسند ڌرين کي مزورن جي خلاف استعمال تي ڪيو. اهڙي قسم جا واقعا ڪراميل جي زماني ۾ به ٿيا ۽ پوءِ فرانس جي 1848ع واري انقلاب ۾ به پيش آيا.

جون 1848ع ۾ فرانس جي مزورن ڪوشش ڪئي ته هُنن جيڪو انقلاب آندو هو ۽ پنهنجا حق ميجرايا هئا, تن جي حفاظت به پاڻ ڪن, پر نئين سرمائيدار حڪومت جيڪا فيبروري مهيني ۾ قائم تي چڪي هئي, تنهن پورهيتن اهڙيءَ هن ڪوشش کي ناڪام بڻائي ڇڏيو. مارڪس انهي زماني ۾ ئي سمجهي چڪو هو ته فرانس جو مزدور طبقو ان حد تائين وڌيل شعور جو مالڪ تي چڪو هو جو هاڻي اُهو سرمائيدارن جو پوئلڳ ڪڏهن به ڪونه بڻجندو ۽ ايندڙ وقتن ۾ پورهيتن جي انقلاب جي مهنداري ۽ سالاري فرانس جو مزدور ئي ڪندو. سچ پچ 1871ع ۾ ئي اهو واقعو پيش آيو ۽ فرانس جي پورهيتن پيرس ڪميون جهڙو انقلاب برپا ڪري مارڪس جي خواب کي ساپيان جو روپ ڏئي ڇڏيو. هنن نج مزورن جي حڪومت قائم ڪئي ۽ اُها حڪومت 10 هفتا قائم رهي, انساني تاريخ تي اَڻ مَٽ نشان قائم ڪيا. پر استحصالي طبقا حڪمرانيءَ ۾ اڪيلا ڪونه هئا, پورهيت ان حڪومت جي سامهون سينو ساهيو بيٺا هئا, جنهن جي واڳن تي سرمائيدار ۽ جاگيردار گڏيل طرح قابض هئا, جيڪي گڏجي فرانس جي عوام

ڪي ڦُري لُٽي پاڻ دولتمند بڻجي رهيا هئا. ٻئي پاسي پورهيت باغين سان گڏ وري ننڍا دڪاندار هئا جيڪي سرمائيداراڻي دؤر جي ابتدائي زماني ۾ ئي ڦُرجي پيِنگيا تي پهچي چڪا هيا. ٻين طبقن جا باشعور روشن خيال ۽ محب وطن ماڻهو پڻ سندن ٻانهن ٻيلي بڻيل هئا. جيڪي سرمائيدارن جي فيصلن تي سخت ناراض هئا. خاص طور حڪمرانن جرمن حڪومت سان جيڪو شرمناڪ شرطن تي ٺاهه ڪيو هئو ان تي سڄي ملڪ جو عوام حڪمرانن جو مخالف ٿي چڪو هو پر مزورن طرفان جيڪا وڏي غلطي ٿي، اها هئي هارين کي پاڻ سان نه ملائڻ واري غلطي.

هتي هڪ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته هر اهو انقلاب جيڪو حڪمران طبقن جي خلاف برپا ٿيندو آهي، اهو رڳو انهن طبقن تائين محدود نٿو رهي سگهي، جن انقلاب جي اڳواڻي تي ڪئي، بلڪ اهو انهن مڙني طبقن جو انقلاب هوندو آهي، جيڪي انهن حڪمرانن جي ڏاڍ ۽ ڏمر کان بيزار ٿي چڪا هوندا آهن. ارتقا جي هڪ خاص مرحلي تائين جاگيردارن جي حاڪميت ۽ جاگيرداريءَ خلاف انقلاب جي مَهنداري سرمائيدار طبقي تي ڪئي، پر اڳتي هلي جڏهن پورهيت طبقا ترقي ڪري پاڻ وهيڻا بڻجي ويا ته انهن جدوجهد ۾ حصو وٺندڙ مختلف طبقن کي گڏ ڪري مهنداريءَ جون واڳون پنهنجن هٿن ۾ ڪري ورتيون. ايئن چوڻ بجاءِ ٿيندو ته تاريخ اسانکي اهو سبق پاڙهيو آهي ته انقلاب ۾ گهڻا گروهه ۽ طبقا گڏيل دشمن خلاف مِڙي مُٺ ٿي ويندا آهن. نئين ڳالهه رُڳو اها ٿي ته زميندارن ۽ جاگيردارن خلاف انقلاب جي سرواڻي هاڻي پورهيت طبقو ڪندو آهي. اهڙي انقلاب برپا ٿيڻ جي نتيجي ۾ هڪ طبقي کي هٽائي ٻيو طبقو اقتدار جون واڳون سنڀالي وٺندو آهي ۽ ان ئي طبقي جي رهنمائيءَ ۾ نئون پيداواري يا معاشي نظام رائج ٿيندو آهي، ان عمل سان طبقاتي ڇڪتاڻ

ويتر هڪ وک اڳتي وڌي، تهان مٿين سطح تائين پهچي ويندي آهي. اِن مان مراد هيءَ ٿي تہ اها ڇڪتاڻ آهي ئي ان ڳالهہ جو ثبوت تہ مڙني طبقن جا مفاد مختلف هوندا آهن. صنعتي سرمائيداريءَ جي ابتدائي دؤر ۾ اها ڇڪتاڻ ڪجهہ بي ترتيب نوعيت واري هئي. مختلف ڪارخانن ۾ الڳ الڳ اجوري ۽ ٻين ڳالهين تي ڇڪتاڻ ٿيندي رهندي آهي پر صنعتن جو تعداد وڌڻ سان نہ رڳو مزورن جو تعداد وڌندو آهي، پر اُهي صنعتي شهر ۾ وڏيءَ اڪثريت ۾ ٿي ويندا آهن. جنهن سان سندن طاقت ۾ واڌارو ايندو آهي، گڏوگڏ منجهن پنهنجي طاقت جو احساس بہ وڌندو آهي (مارڪس: ڪميونسٽ مينيفيسٽو).

مزور پنهنجون انجمنون جوڙي وٺندا آهن. انهن جي تنظيم ۽ طاقت ايتري تہ وڌي ويندي آهي جو استحصالي قوتن خالف سندن جدوجُهد وڏي پئماني تي شروع ٿي ويندو آهي. مزور پنهنجيءَ سهائتا لاءِ گڏيل امداد جا ادارا جوڙيندا آهن ۽ جيڪڏهن اجا بہ وڌيڪ ترقي ڪري وٺندا آهن تہ پوءِ اُهي پنهنجي سياسي پارٽي بہ ٺاهي ڇڏيندا آهن، جيڪا سندن مفادن جي جنگ ڪي سهيڙي انهن جي نمائندگي ڪندي آهي. اهڙيءَ سياسي جماعت جي جڙڻ بابت مارڪس لکيو هو تہ اها انقلاب جي تياري آهي. اهو ئي اهڃاڻ آهي جنهن لاءِ، چئي سگهجي ٿو تہ سرمائيدار حڪمران طبقي جو تختو اونڌو ڪيو ويندو ۽ ان جي جاءِ هڪ نئون نظام والاريندو. مطلب تہ اشتراڪي نظام قائم ٿيندو جنهن لاءِ اهو نهايت ضروري آهي تہ پورهيت طبقن جا سمورا ادارا ترقي ڪن. خاص طور تي مزدورن جون انجمنون، ڇو تہ انهيءَ سان پورهيتن جي طاقت ۾ اضافو ٿئي ٿو ۽ کين پنهنجي طاقت جو احساس ٿئي ٿو. ان لاءِ اهو پڻ نهايت ضروري آهي تہ، جتي بہ مزدور پنهنجن مطالبن جي مڃتا لاءِ جدوجهد ڪن، خاص

طور اجورو وڌائڻ ۽ ڪم جو وقت گهٽائڻ لاءِ تہ اتي سندن ٻانهہ ٻيلي ٿي بيهجي. اهڙين ننڍين ننڍين جدوجهدن ۾ مزدور ڪامياب ٿيندا آهن، ۽ سندن مطالبا مڃيا ويندا آهن، پر اهڙين ڪاميابين مان مراد سندن مسئلن جو حل نہ آهي. تنهنڪري سندن تنظيم ۽ اتحاد ۾ واڌارو ايندو رهڻ گهرجي. اهڙين جدوجهدن مان مزورن ۾ اهواحساس پيدا ٿي ويندو آهي، تہ اهي هڪ الڳ طبقو آهن، ۽ مڙني مزدورن جا مفاد هڪجهڙا آهن. ٻيو تہ سندن مفاد ۽ سرمائيدارن جا مفاد هڪ ٻئي سان ٽڪراءَ ۾ هوندا آهن. مزدورن جي سياسي پارٽي کين سمجهائي ۽ سٺائي ٿي تہ جيسيتائين سرمائيداراڻو نظام قائم رهندو تيسيتائين اها ڇڪتاڻ ختم نہ ٿيندي ۽ نہ وري معاشي بحرانن ۽ جنگين مان جند آجي ٿي سگهندي. پر جيڪڏهن اهو نظام ختم ٿي وڃي تہ اوَس انهيءَ قسم جي ڇڪتاڻ ۽ مصيبتن مان نجات ملي سگهي ٿي. پر اهڙو نظام تڏهن ئي قائم ٿي سگهي ٿو جڏهن سرمائيداريءَ مان جان ڇٽي وڃي.

مارڪس ٻڌائي ٿو تہ اهڙي ڦُرلُٽ واري نظام کي ختم ڪرڻ لاءِ سرمائيداري نظام جو تختو اونڌو ڪرڻو پوندو ۽ ان لاءِ طاقت جو استعمال ڪرڻو پوندو.

ٻئي باب ۾ انساني تاريخ جو تجزيو پيش ڪيو ويو آهي ۽ ان ۾ اسين ڏسي آيا آهيون تہ تاريخ اسانکي اهو سبق ڏئي ٿي تہ سماج ۾ نئون پيداواري طريقو ان وقت رائج ٿئي ٿو جڏهن هڪ نئون طبقو طاقت سان حڪمران طبقي کي شڪست ڏئي اقتدار جون واڳون پنهنجي هٿن ۾ سنڀالي وٺي ٿو. ان مان اسين سمجهي پُرجهي وٺون ٿا تہ پورهيت طبقو هن معاشي نظام ۽ پيداواري طريقي کي تيسيتائين تبديل نٿو ڪري سگهي، جيسيتائين هو پنهنجي ٻانهن ٻيلي جي ٻل سان کين لاهي ڦٽو نٿو ڪري.

اهي تاريخي نتيجا تڏهن سا‍پيان ثابت ٿين ٿا، جڏهن اسين انهن نتيجن تي غور ڪريون ٿا جيڪي مارڪس، رياست جي مطالعي مان ثابت ڪري ڏيکاريا آهن.

سرمائيدار ملڪن ۾ جڏهن رياست جو نالو ڪٿجي ٿو ته امالڪ ذهن ۾ پارليامينٽ جو خيال اُڀري اچي ٿو. پر مارڪس ٻڌائي ٿو ته سماج جي ٻين ادارن جيان خود رياست به ارتقائي منزلون طئي ڪري اجوڪي شڪل تائين پهتي آهي. رياست هر جُڳ ۾ اهڙو ذريعو ۽ لاڳاپو رهي آهي، جنهن ذريعي حڪمران طبقن، عام ماڻهن مٿان پنهنجي مرضي پئي مڙهي آهي. اوائلي سماج ۾ رياست جو وجود ئي نه هو. پر جڏهن انساني سماج، ڏاڍي ۽ هيٺي ۾ ورهائجي ويو طبقاتي ڇڪتاڻ وڌي وئي ۽ ٿورو طبقن لاءِ ڏکيو ٿي پيو ته اُهي پنهنجي عمارت جي حفاظت ڪري سگهن، تڏهن هن هٿياربند محافظ معمور ڪيا ته جيئن سندن طاقت ۽ دولت جي حفاظت ٿي سگهي. اهڙي قسم جي قوت هر دؤر ۽ هر زماني ۾ پئي رهي آهي، جيڪا ان نظام جي حفاظت جو ڪم سرانجام ڏيندي رهي آهي، ۽ حڪمران طبقن جي طاقت جي حفاظت ڪندي رهي آهي، ان لاءِ رڳو هٿياربند فوج ئي نٿي هجي پر جيل، ٿاڻا، عقوبت خانا ۽ اهڙا ڪيئي ٻيا ادارا پڻ شامل آهن، جن لاءِ چيو ويندو آهي ته اهي ادارا سماج جي سگهه ڪان وڌيڪ سگهارا هجن ٿا، ۽ غير جانبدار هجن ٿا. پر امن امان قائم رکڻ جي اصل معنيٰ اها آهي ته حڪمران طبقن جي حاڪميت جي حفاظت ڪئي وڃي. جيڪڏهن ڪا به قوت موجوده نظام خلاف ڪنڌ ڪڍي ٿي ته پوليس ۽ فوج جي طاقت ان کي چٿڻ چيپاڻ لاءِ ٻاهر نڪري اچي ٿي. اهو ته روز جو معمول آهي ته ”بغاوت“ جي الزام ۾ باغي خيال، ادب ۽ خيال پيش ڪرڻ جي سزا طور هزارين ماڻهو گرفتار ٿين ٿا ۽ جيلن، بنديخانن ۾ اذيتون ڀوڳين ٿا. ان حد

تائين تہ لڳي ٿو تہ امن امان تي ضابطي لاءِ اهو سڀڪجھ ڪيو پيو وڃي پر اها ئي تحريڪ جڏهن زور وٺي ٿي تڏهن فوج ۽ پوليس جو هٿيار ماڻهن جي رت سان هولي کيڏڻ کان بہ ڪونہ ٿو ڪيٻائي. اها ئي قوت جيڪا حڪمران طبقن جي مفادن جو تحفظ ڪندي آهي، تنهن کي رياست چئبو آهي.

ڇا رياست جي ڪاروبهوار تي پارليامينٽ يا ٻين نمائنده ادارن جو ڪو اثر يا قبضو هوندو آهي؟ جواب آهي، جيسيتائين انهن نمائنده ادارن تي رڳو حڪمران طبقي جو قبضو هوندو آهي، تيسيتائين حڪومت جا سڀ ڪَلَ پُرزا بہ انهن ئي حڪمرانن جي مفادن جو تحفظ ڪندا آهن. پر جيڪڏهن ايئن ٿئي جو پارليامينٽ ۾ ڪي عوامي نمائندا چونڊجي اچن، ۽ عوامي ڀلائيءَ جو ڪو ڪم ڪرڻ چاهين تہ، حڪمران طبقي جو انهن سان ٽڪرو ٽڪراءُ ٿي پوندو آهي. نتيجي ۾ حڪمران يا تہ پارليامينٽ ۽ نمائنده ادارا ئي ٽوڙي ڇڏيندا آهن يا وري حڪمران طبقو پنهنجي ننگي بربريت آمريت جي روپ ۾ مڙهي ڇڏيندو آهي. تاريخ اهڙن واقعن سان ڀري پئي آهي. مثال طور: ڪراميل جي زماني ۾ نئين اسرندڙ قوت حڪمرانن کي نہ رڳو پارليامينٽ ۾ شڪست ڏني پر ڪين انهن جي خلاف هٿيارن جي طاقت بہ استعمال ڪرڻي پئي.

مارڪس جي آڏو اها ڳالهہ بنهہ چٽي هئي تہ. سيني کي ووٽ جو حق ڏيڻ سان مسئلو حل نٿو ٿي سگهي، اقتدار ان طبقي جي قبضي ۾ هوندو آهي، جنهن طبقي جي هٿن ۾ پيداواري ذريعا ۽ دولت هوندي آهي. ڪٿي پارليامينٽ جو ڪجهہ بہ ٿيندو رهي پر رياستي ڪاروَبهوار تي انهيءَ ئي طبقي جو قبضو هوندو آهي. نئون اُسرندڙ طبقو اقتدار تي قبضو رڳو تڏهن ئي ڪري سگهي ٿو جڏهن هو پنهنجي ٻانهن جي ٻل ڪاڻ ڪم وٺي.

مارڪس جي اخذ ڪيل نتيجن کي اڄ جي دؤر جي حالتن ساڀيان ڪري ڏيکاريو آهي. جڏهن جرمنيءَ جي حڪمران طبقن پنهنجي اقتدار جي ايوانن ۾ ڏار پوندي محسوس ڪيا ته فاشزم جي صورت ۾ پارليامينٽ جو خاتمو آڻي ڇڏيائون. گڏوگڏ مڙني عوامي تحريڪن، مزورن ۽ هارين جي تنظيمن کي هڪ ئي ڌڪ سان ختم ڪري ڇڏيائون. فرانڪو ان حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو هو جيڪا عوام جي ووٽن سان چونڊجي آئي هئي. ان مان ئي پليءَ پت سمجهي سگهجي ٿو ته سرمائيداراڻي سماج ۾ پارليامينٽ ۽ چونڊيل ادارن جي اهميت ڪيتري آهي. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته آخر حڪمران طبقو رياست جي ڪَلَ پُرزن ۽ هٿياربند فوج تي پنهنجو اثر رسوخ ڪيئن قائم رکي ٿو جڏهن ته قانون جي لحاظ کان ته اهي پارليامينٽ جي هٺ هيٺ هجڻ گهرجن. انهيءَ سوال جو جواب رياست جي ساخت مان ملي ٿو. هر ملڪ ۾ فوج، عدالتن، پوليس سميت مڙني ادارن جي سربراهن طور اهڙا ماڻهو مقرر ڪيا ويندا آهن جن تي ان ملڪ جي حڪمرانن جو اعتماد هوندو آهي يا وري اُهي پاڻ ان طبقي سان تعلق رکندڙ هوندا آهن. ماڻهو مقرر ڪرڻ توڙي کين ترقيون ڏيڻ وقت انهن ڳالهين جو خاص خيال رکيو ويندو آهي. جيسيتائين ڪا خاص صورتحال پيدا نٿي ٿئي، تيسيتائين رياستي مشينري گهڻي ڀاڱي رياست کان جدا ٿي ڪم ڪندي رهندي آهي. ۽ جيسيتائين رياست جا اهي ڪَلَ پُرزا قائم آهن، تيسيتائين پارليامينٽ ۾ مهاندن جي تبديليءَ سان ڪو به فرق نه پوندو آهي، پيداواري ذريعا تبديل ڪرڻ يا اوچو پيداواري نظام قائم ڪرڻ ته ٿِهان ئي پري جي ڳالهه هوندي آهي. انهن سڀني ڳالهين جي باوجود مارڪس جمهوري ادارن جي تائيد ڪندو هو. ڇو ته طبقاتي ڇڪتاڻ وڌائڻ لاءِ، اهڙن ادارن ذريعي هڪ ميدان جُڙي

پوندو آهي. انهن ادارن جي ذريعي هڪ پاسي پورهيت طبقن جي حقن لاءِ ويڙهه وڙهي سگهبي آهي تہ ٻئي پاسي پورهيت طبقن کي آخري جنگ وڙهڻ لاءِ تيار ڪري سگهبو آهي. جمهوري ادارن لاءِ جنگ ڪرڻ اجائي نہ هوندي آهي بلڪ اها جنگ سموري جنگ جو حصو هوندي آهي، پر اهو پڻ سمجهڻ کپي تہ رڳو هن جنگ ذريعي نئون نظام تعمير نٿو ڪري سگهجي، اوهان کي ياد هوندو تہ فاشزم هر قسم جي جمهوري اداري کي مليا ميٽ ڪري ڇڏيو هو ڇو تہ نظام جي تبديليءَ جي گُهر ۾ مخالفت اهڙن ادارن جي جوڙجڪ دؤران ئي اوسر ڪندي آهي. اهو ئي سبب آهي جو مارڪس هر جاءِ تي جمهوري ادارن لاءِ وڙهي ويندڙ جنگ جي حمايت ڪئي آهي. گڏوگڏ هن اهو پڻ چيو آهي تہ جيسيتائين ڪامورا شاهي ۽ سرمائيداري نظام قائم هوندو تيسيتائين ڪو بہ جمهوري ادارو نہ پير کوڙي سگهندو ۽ نہ وري پختو ٿي سگهندو. اهي رڳو تڏهن ئي پائيدار ۽ پختا ٿي سگهن ٿا جڏهن سرمائيداري نظام کي ڊاهي پَٽ ڪري، ان جي جاءِ تي هڪ نئون نظام تعمير ڪيو وڃي. اهو پڻ ياد رکڻ گهرجي تہ رڳو سرمائيداريءَ کي ڊاهي پَٽ ڪرڻ ۽ ان جي حڪومتي ڪَلَ پُرزن کي تباهہ ڪرڻ ڪافي نہ هوندو آهي، پر ان سان گڏوگڏ اهو پڻ اٽل آهي تہ ان جي جاءِ تي پورهيت طبقو پنهنجو نظام قائم ڪري ۽ پوري سگهہ پنهنجي هٿن ۾ آڻي ڇڏي، تہ جيئن اندروني توڙي ٻاهرين دشمنن کي اُيرڻ جو موقعو نہ ملي سگهي.

انهيءَ ڪان علاوه اهو پڻ ضروري آهي تہ پورهيت طبقو پنهنجي انداز جي حڪومت قائم ڪري ۽ اهڙي حڪومت سرمائيداري حڪومت کان تمام گهڻي مختلف هوندي آهي ڇو تہ پورهيتن جي حڪومت جو مقصد ئي ٻيو هوندو آهي. اها ڳالهہ 1871ع کان مارڪس جي ذهن ۾ پيرس ڪميون کان پوءِ وڌيڪ

واضح ۽ چِٽي ٿي ۽ هو ان نتيجي تي پهتو تہ حڪومت جا سڀ ادارا پورهيت طبقن ۽ عوام جا چونڊيل هئڻ گهرجن، ۽ انهن جي آڏو ئي جوابده هئڻ گهرجن. پورهيت جنهن بہ وقت حڪومت هٽائڻ گُهرن، ان وقت ان کي هٽائي ڇڏين. انهيءَ طرز جي نظام کي اينگلس پورهيتن جي آمريت جو نالو ڏنو آهي. هڪ پاسي مارڪس هر اداري ۾ جمهوريت جي تبليغ ٿو ڪري ۽ ٻئي پاسي سندس ساٿي اينگلس پورهيت طبقن جي آمريت جي ڳالهہ ٿو ڪري. ڇا انهن ٻنهي ڳالهين ۾ ڪو تضاد آهي؟ نہ. ٻنهي ڳالهين ۾ ڪوبہ تضاد نہ آهي، ٻئي ڳالهيون هڪ ئي شئي جا بہ پاسا بيان ڪن ٿيون. مطلب تہ عوام جي سڀ کان وڏي اڪثريت جيڪا پورهيت طبقن تي مشتمل هوندي آهي، تنهن جي مفاد ۽ منشا لاءِ ضروري هوندو آهي تہ هڪ نئين ۽ سچي پچي جمهوري رياست قائم ڪئي وڃي. اهڙي جمهوري رياست عوام جي مرضيءَ ۽ منشا تڏهن پوري ڪري سگهي ٿي، جڏهن پراڻي حڪمران طبقي يعني سرمائيدار طبقي خلاف آمريت قائم ڪئي وڃي، نہ تہ سرمائيدار طبقو پنهنجا مالي وسيلا ۽ فوج وغيره انهي انقلاب کي ناڪام بڻائڻ لاءِ ڪتب آڻيندو. 1871ع ۾ پيرس شهر ۾ مزورن انقلاب آندو اُتي مزورن جي حڪومت قائم ٿي، ۽ ٿورن ڏينهن کان پوءِ انقلاب ناڪام ٿي ويو. اُن ناڪاميءَ متعلق اينگلس ۽ مارڪس جيڪي ڪجهہ لکيو آهي، تنهن جي روشنيءَ ۾ پوءِ آيل انقلابن کي وڏي مدد ۽ رهنمائي ملي آهي. 1905ع ۾ جڏهن روس ۾ انقلاب آيو تہ هر هنڌ انقلابي ڪائونسلون جوڙيون ويون ۽ انهن ڪائونسلن جا نمائندا مزورن جا چونڊيل هئا. سچي انقلاب جي تياري ۽ تنظيم انهن ئي ڪائونسلن جي حوالي هئي ۽ 1917ع ۾ جڏهن روسي انقلاب وڏڻ ويجهڻ لڳو تڏهن اهڙيون ئي سوويتون هنڌين ماڳين قائم ڪيون ويون. لينن پنهنجي تجربي مان اها

ڳالهه پروڙي ورتي هئي تہ جيئن تہ پيرس ڪميون ڪانپوءِ مزور طبقو گهڻو ڪجهہ سمجهي چڪو هو. تنهنڪري جيڪي سوويتون انقلاب لاءِ جوڙيون ويون هيون تن ۾ اڳي رڳو ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ مزورن جي گهڻائي هئي، پر هاڻي انهن ۾ فوجي سپاهي ۽ هاري پڻ شامل ڪيا تي ويا. تہ جيئن ايندڙ نئين حڪومت جي جوڙجڪ ڪري سگهجي، ۽ انهن سوويتن کي چونڊيندڙ عوام کي اهو پڻ اختيار حاصل هو تہ اُهي جڏهن چاهين، انهن نمائندن کي هٽائي، نوان نمائندا چونڊي ويهارين. انهيءَ سموري جوڙجڪ جو مقصد اهو هو تہ انهن ادارن تي سرمائيدارن جو ڪوبہ اثر نہ هلي سگهي ۽ مزورن جا حقيقي مفاد محفوظ رهي سگهن. اهو فرض مزورن جي آمريت ئي سرانجام ڏئي تي سگهي، جيڪا پنهنجي طاقت سان سرمائيدارن جي سمورين سازشن جو مقابلو ڪرڻ جي اهل هجي ۽ کين ناڪام ڪرڻ جي پڻ سگهہ رکندي هجي. پورهيت طبقن جي آمريت ئي، سچي جهموريت هوندي آهي. ان متعلق ڪميونسٽ پڌرنامي ۾ مارڪس چئي ٿو تہ ”گذريل دؤر جون سڀ تاريخي تحريڪون، حقيقت ۾ اقليتن جون تحريڪون هيون. يا ايئن چئجي تہ اقليتن جي مفادن جي حفاظت لاءِ هلايون ويون هيون، پر مزورن جي تحريڪ هڪ وڏي اڪثريت پاران هلايل هلچل آهي، جيڪا پنهنجي مفادن جي حاصلات لاءِ اٿي بيٺي آهي“.

مٿي جيڪي ڪجهہ بيان ڪيو ويو آهي، تنهن مان هڪ ڳالهہ ثابت ٿي وڃي ٿي تہ مارڪس جو هرگز اهو مقصد نہ هو تہ، پورهيتن جي انقلاب جي ڪاميابيءَ سان گڏوگڏ طبقاتي ڇڪتاڻ اک ڇنڀ ۾ ختم ٿيو وڃي، بلڪ اها ڇڪتاڻ هڪ نئين دؤر ۾ داخل ٿيندي آهي. ان ڪاميابيءَ ڪانپوءِ پورهيت طبقو ان قابل ٿي ٿو وڃي تہ حڪومتي مشينري پنهنجي حقن جي حفاظت

لاءِ استعمال ڪري. 1918ع ۾ سوويتن جي هڪ ڪانگريس کي خطاب ڪندي لينن چيو هو ته "آءٌ هڪ پيري ريل گاڏيءَ ۾ سفر ڪري رهيو هئس. جنهن گاڏيءَ ۾ آءٌ سوار هئس، تنهن ۾ ڪجهه ٻيا مسافر ماڻهو پاڻ ۾ ڪچهري ڪري رهيا هئا. پر ريل جي گوڙ شور ۾ آءٌ سندن اُها ڪچهري چڱيءَ ريت سمجهي نه پئي سگهيس. انهيءَ وچ ۾ هڪ ڪنڊ ۾ ويٺل ماڻهوءَ مون کان پڇيو ته پوڙهي عورت ڇا چئي رهي هئي. مون کيس نهڪر ۾ وراڻي ڏني، تنهن تي ان مسافر چيو ته پوڙهي چئي رهي آهي ته هاڻي بندوق واري ماڻهوءَ کان ڊڄڻ جي ضرورت نه آهي. هُن ڳالهه کي کولي کولي ٻڌائڻ لاءِ چيو ته اها پوڙهي عورت چئي ٿي ته هوءَ هڪ ڏينهن جهنگ مان ڪاٺيون ڪرڻ وئي ته اتي کيس بندوق وارو هڪ ماڻهو مليو. مون سمجهيو ته اُهو ماڻهو مون کان ڪاٺيون کسي وٺندو پر هن منهنجي مدد ڪندي، ڪجهه ٻيون ڪاٺيون به ميڙي ڏنيون". مطلب ته هاڻي طاقت ۽ حڪومت، ٻئي، پورهيتن جي خلاف نه بلڪ سندن تحفظ ۾ استعمال ٿيون ٿين. ۽ اها طاقت هاڻي انهن جي خلاف ٿي استعمال ٿئي، جيڪي پورهيتن کي ڦيهو رسائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا.

اهڙا ماڻهو جيڪي پورهيتن جي حقن جا ويري هوندا آهن، سي انقلاب برپا ٿيڻ ڪانپوءِ به ٻيا مزورن خلاف گهاٽ گهڙيندا آهن، ۽ سرمائيداري ملڪن جي حڪمرانن کان مدد وٺي، مزورن جي حڪومت ڊاهڻ لاءِ فوجون ڪاهي ايندا آهن ۽ هٽ ٺوڪيا حيلا بهانا ڪري مزورن جي حڪومت خلاف ٻيا هلائون ۽ حملا ڪندا آهن. 1871ع ۾ پيرس شهر جي مزورن جي حڪومت کي ائين ئي ڊاٽو ويو. جرمنيءَ جي حڪمرانن هزارين فرانسيسي فوجي قيدين کي ان لاءِ جيلن مان آزاد ڪيو هو ته جيئن اهي مزورن جي حڪومت ڊاهڻ لاءِ اتان جي حڪمران طبقي جي مدد

ڪري سگهن. ٿيو به ايئن ته انهن آزاد ٿيل فوجين ئي مزورن کي شڪست ڏني ۽ مزورن جي حڪومت جي حمايت ڪندڙهزارين ماڻهن جو قتلام ڪيائون. 1917ع کان 1920ع تائين روس جي انقلابي حڪومت کي نه رڳو زار جي همدرد فوج کي منهن ڏيڻو پيو پر انگلستان، فرانس، آمريڪا، پولينڊ ۽ ٻين سرمائيدار ملڪن جي فوجن سان پڻ وڙهڻو پيو هو. مارڪس جيڪو نتيجو ڪڍيو هو، تاريخ ان کي سايپان ثابت ڪيو ته پورهيت طبقي کي انقلاب جي سوڀ کانپوءِ به ڪيتري ئي عرصي تائين رياست کي قائم رکڻو پوندو ته جيئن ٻاهرين حملي آورن کي منهن ڏئي سگهجي ۽ اشتراڪي اصولن تحت ملڪ جي اندروني تعمير ڪري سگهجي ۽ اندروني ويرين کان انقلاب کي بچائي سگهجي.

1871ع وارو پيرس ڪميون ۽ 1917ع وارو روسي انقلاب، پورهيت طبقن جون پهريون رياستون آهن. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کانپوءِ پورهيت طبقن جي مضبوط تحريڪن ۽ طاقتور سوشلسٽ رياست (روس) سبب دنيا ۾ سوشلزم ڏانهن پيش قدمي، انقلابن جي ڪاميابيءَ لاءِ راهه هموار ۽ سهنجي ڪري ڇڏي. پاڻ انهيءَ جو تفصيلي ذڪر آخري باب ۾ ڪنداسين.

سوشلزم ۽ ڪميونزم مان مارڪس جي مراد ڇا هئي، تنهن جو ايندڙ بابن ۾ ذڪر ڪبو پر طبقاتي ڇڪتاڻ جو ذڪر ختم ڪرڻ کان اڳ ۾ اهو ٻڌائڻ بنهه ضروري آهي ته هن ڇڪتاڻ بابت مارڪس جو نقطہ نظر ڇا هو؟

جڏهن انساني سماج مختلف طبقن ۾ ورهائجي ويو ۽ طبقن جا معاشي مفاد هڪ ٻئي سان ٽڪرائجڻ لڳا ته انهيءَ سان گڏوگڏ طبقاتي ڇڪتاڻ به وڌڻ شروع ٿي ۽ ان کي روڪڻ لاءِ حڪمران طبقن رياستي مشينري ٺاهي مزاحمت کي روڪڻ جا ذريعا پيدا ڪري ورتا. ان لاءِ اهو چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته طبقاتي

ڇڪتاڻ ۾ رياست جو جمر گڏوگڏ ٿيو آهي ۽ انهن جو وجود بہ تيسيتائين قائم رهندو جيسيتائين سماج ۾ طبقن ۾ ورهايل هوندو. پورهيت طبقن جي هٿن ۾ جڏهن بہ رياست جون واڳون ايندين آهن، تہ اُهي طبقاتي ڇڪتاڻ ختم ڪرڻ جو فرض ادا ڪندي هڪ اهڙو نظام قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن جنهن ۾ هڪ طبقو ٻئي طبقي جي محنت جي پيداوار کي ڦڙڪائي نہ سگهندو آهي. مطلب تہ پورهيت هڪ اهڙو نظام جوڙڻ جي ڪوشش ڪندا آهن جنهن ۾ سڀ ماڻهو برابريءَ واري حيثيت ماڻيندا آهن، تنهنڪري ان نظام ۾ طبقا پنهنجو وجود وڃائي ويهندا آهن، ۽ سڀ ماڻهو گڏجي سڏجي، سماج جي خدمت ڪندا آهن. جڏهن اهو دؤر تڪميل تي پهچي ٿو تہ سڄي عالم مان طبقاتي ڇڪتاڻ بہ ختم ٿي ويندي ۽ سموري انسانذات جا مفاد هڪ جهڙا ٿي ويندا. ان صورت ۾ رياست جي گُهرج بہ نہ رهندي ۽ هوريان هوريان زندگيءَ جي هر ڪاروَنهوار مان رياست جو عمل دخل ختم ٿي ويندو، رڳو هڪ اهڙو گروهہ وڃي بچندو، جيڪو پيداوار ۽ ان جي ورهاست جو بندوبست سنڀاليندو رهندو.

# اشتراڪي سماج

مارڪس جي ڪنهن بہ لکڻيءَ ۾ هن نظام بابت ڪو تفصيل ڪونہ ٿو ملي، جيڪو نظام سرمائيداري نظام ڪانپوءِ اچڻو آهي. مارڪس ڪنهن بہ دنيا جي تصوير پيش نہ ڪئي آهي، جيئن اڪثر ٻيا ماڻهو ڪندا رهندا آهن. مارڪس رڳو سماجي ارتقا جي قانونن جو مطالعو ڪري، ان نظام جا خدوخال پيش ڪيا آهن.

مارڪس جيڪا سڀ کان اهم ڳالهہ ڪئي، اُها هيءَ آهي تہ اشتراڪي سماج اک ڇنڀ ۾ قائم نٿو ٿي سگهي، تہ جيئن اِجهو سرمائيداري نظام کي هٽايوسين ۽ ان جي جاءِ تي اشتراڪي نظام لاڳو ڪيوسين، تہ بس سڀ برايون ختم ۽ سڀ چڱايون ڪُنيين جيان رات پيٽ ۾ ڦُٽي نڪري ايندِيون. اهڙي سوچ رکندڙ ماڻهو بنهہ غير سائنسي انداز ۾ پيا ڳُڻ ڳوت ڪندا آهن. مارڪس چئي ٿو تہ ماضيءَ جي نظامن جيان، اشتراڪي نظام جي پيڙهہ بہ اڳوڻي نظام جي ملبي مٿان هوندي. مطلب تہ اشتراڪي سماج بہ سرمائيداري سماج جي ڪُک مان ڄاول هوندو. تنهنڪري ان نظام جي معاشي، اخلاقي ۽ معاشرتي زندگيءَ تي پڻ سرمائيداراڻي نظام جو اثر ڪافي عرصي تائين برقرار رهندو.

دراصل سرمائيداراڻي سماج اندر ٿيندڙ ارتقائي عمل ئي اشتراڪي نظام لاءِ راهہ هموار ڪري ٿو. سرمائيداراڻي نظام ۾ پڻ پيداوار هوريان هوريان مشترڪ يا گڏيل ٿي ويندي آهي. ڇو تہ شيون ٺاهڻ جا وڏا وڏا ڪارخانا نهڻ لڳندا آهن، جنهن سبب هڪ

شيءِ ڪي ٺاهڻ ۾، هڪ ماڻهوءَ جي نہ بلڪ ڪيترن ئي ماڻهن جي محنت شامل هوندي آهي. اهڙيءَ ريت هر ماڻهوءَ جو ٻئي ماڻهوءَ مٿان انحصار ٿي ويجي ٿو. جاگيرداراڻي سماج ۾ ماڻهن جي ننڍين ننڍين ٽولن يا گروهن جو هڪ ٻئي سان ويجهو لڳ لاڳاپو يا ڳانڍاپو هجي ٿو. سرمائيداراڻو سماج، اُن لڳ لاڳاپي کي ٽوڙي، ٽُڪر ٽُڪر ڪريو ڇڏي ۽ ان ڳانڍاپي جي اُٽت وري پنهنجي انداز سان ڪري ٿو. جيڪو جاگيرداراڻي نظام کان وڌيڪ وسيع ۽ گهڻ پاسائون هجي ٿو. جيڪڏهن سماج ۾ ڪا ٽوڙ ڀڄ بہ حرڪت ٿئي ٿي تہ هر ماڻهو ان کان متاثر ٿي ويجي ٿو.

جيتوڻيڪ هڪ ٻئي تي آڌارڻ جو اهو رجحان ڏينهون ڏينهن وڌندو رهي ٿو پر سماج اندر جيترا بہ ماڻهو هڪ ٻئي جي سهڪار سان شيون ٺاهين ٿا، سي سماج جي ملڪيت نہ پر ڪنهن هڪ فرد يا هڪ گروهہ جي ملڪيت هجن ٿيون. تنهنڪري اشتراڪي نظام جي قائم ٿيڻ سان، جيڪا پهرين وڪ کنئي ويجي ٿي، سا آهي، سماج جيڪي شيون پيدا ڪري ٿو سي ان سماج جي گهرج پوري ڪرڻ لاءِ استعمال ڪجن ٿيون. مطلب تہ ڪل پيداواري ذريعا مثال طور: ڪارخانا، ڪاڻيون، مشينري، بئنڪون، اچ وڃ ۽ آڻڻ نيئڻ جا ذريعا وغيره. مطلب تہ ڪل ذريعا ڪن چند ماڻهن جي ملڪيت نہ ٿا هجن، بلڪ اهي سموري سماج جي گڏيل ملڪيت هجن ٿا. پر پيداواري ذريعا اهڙين شين تي آڌاريل هوندا آهن، جيڪي ماضيءَ جي سماج منجهان ورثي طور مليا هوندا آهن. مثال طور: جڏهن اشتراڪي سماج قائم ڪبو آهي تہ سڀ کان پهريان وڏن وڏن صنعتي ادارن کي گڏيل ملڪيت جي دائري ۾ آندو ويندو آهي، ڇو تہ اُهي اڳ ۾ ئي گڏيل سهڪار جي بنياد تي هلي رهيا هوندا آهن. رڳو منافعو چند سرمائيدارن جي کيسن ۾ وڃي رهيو هوندو آهي. انهن ادارن جو سمورو ڪم مزور ۽

ڪجهه ماهر هلائي رهيا هوندا آهن، اهڙن ادارن جي ترتيب تبديل ڪري سرمائيدارن کان کسي، مزورن حوالي ڪرڻ سان ان اداري جي ڪارڪردگيءَ تي ڪو بہ نهڪاري اثر ڪونہ پوندو آهي بلڪ ويتر پيداوار ۾ اضافو ٿيندو آهي. ان جي ابتڙ ننڍين ڪارخانن کي سنڀالڻ ۾ وڏي ڏکيائي پيش ايندي آهي، جتي هيڪاندا ننڍا ننڍا ڪارخانا هجن، اتي هڪ پورهيت حڪومت کي وڏي مشڪلات کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. ننڍين ڪارخانن لاءِ ضروري ٿي پوي ٿو تہ انهن کي گڏيل سهڪار جي دائري ۾ آندو وڃي، پر ننڍي ڪارخانيدار خلاف وڏي بورجوا وانگر زور زبردستي بہ ڪانہ ڪري سگهبي آهي. بلڪ مالڪن کي پنهنجا ڪارخانا گڏيل سهڪار واري سرشتي جي حوالي ڪرڻ لاءِ ريجهائي، راضي ڪرڻو پوندو آهي، ان لاءِ وڏو وقت درڪار هجي ٿو.

جيتوڻيڪ پورهيتن جي نمائندا پارٽي، انقلاب ڪانپوءِ جڏهن رياست جي آڳ واڳ پنهنجي هٿ ۾ ڪري وٺي ٿي ۽ انقلاب دشمن قوتن مان ويڙهہ جي سَٽ ڪڍي ڇڏيندي آهي، تہ اها سڀ کان پهرين وڏا وڏا صنعتي ادارا مثال طور بئنڪون، ريلوي وغيره پنهنجي قبضي ۾ ڪري وٺندي آهي، پر ياد رکڻ گهرجي تہ انقلابي قوت هڪ ڏک سان سڀ ادارا پنهنجي تحويل ۾ نہ وٺندي آهي. اهڙيءَ ريت انقلاب ڪامياب ٿيڻ ڪانپوءِ هڪدم ماڻهن مٿان سوشلزم ناهي مڙهيندي، ڇو تہ انقلاب جي ڪاميابيءَ ڪانپوءِ تڪڙو سوشلزم لاڳو نہ ڪري سگهبو آهي. ان لاءِ ڪجهہ وقت گهربل هوندو آهي، تہ جيئن ماڻهن جي اڪثريت سوشلسٽ نظام کي دليان قبول ڪري وٺي ۽ منجهائن خوف، خدشا ختم ٿي وڃن.

سوشلزم جي سڀ کان اولين خاصيت اها آهي تہ پيداواري ذريعن تان خانگي قبضو ختم ٿي ويندو آهي. رياست اندر سمورا ادارا خاص طور بئنڪون ۽ ريلوي وغيره، سماج جي مليڪت

هيٺ اچي ويندا آهن. هاڻي پيداوار ڪنهن واحد فرد جي نفعي لاءِ نہ پرسچي سماج جي گُهرجن کي پورو ڪرڻ لاءِ ٿيڻ لڳندي آهي. خانگي ملڪيت جي خاتمي کانپوءِ، محدود مقدار ۾ نفعي لاءِ ٿيندڙ پيداوار جون رنڊڪون ٽٽنديون آهن. پيداواروڌڻ سان خوشحالي وڌندي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ خريداريءَ جي سگهہ ۽ خريدار جي سگهہ وڌڻ سان پيداوار وڌندي آهي، اهڙي ريت پيداوار وڌڻ جو سلسلو شروع ٿي ويندو آهي.

جيڪڏهن ايئن سمجهجي تہ پيداوار جي واڌ ويجهہ رڳو پنتي پيل ملڪن لاءِ ئي ضروري آهي، تہ اها هڪ اهم غلطي ٿيندي آهي. چو تہ مارڪس جي ذهن ۾ ترقي يافتا ملڪ هئا. پر تنهن هوندي بہ هُن چٽيءَ طرح چيو هو تہ اقتدارجون واڳون سنڀالڻ کانپوءِ مزور طبقو پنهنجي سموري سياسي سگهہ ۽ پيداواري ذريعن ۾ وڌ کان وڌ اضافو ڪري. مارڪس جي وفات کانپوءِ انگلستان جي پيداواري ذريعن ۾ وڏي واڌ آئي هئي، پر سرمائيداراڻي نظام ۾ پيداواري ذريعن ۾ ٿيندڙ اضافو اڻپورو هوندو آهي. پيداواري ذريعا سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ترقي وارن رفتار مطابق اوسر ڪري نہ سگهندا آهن. چو تہ سرمائيداراڻي نظام ۾ بحران ايندا رهندا آهن ۽ اهي بحران پيداواري ذريعن جي اوسر ۾ رنڊڪون وجهندا رهندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو هن دؤر ۾ بہ انگلستان ترقي ڪري نہ سگهيو. ڇاڪاڻ تہ اُتي پيداوار رڳو مارڪيٽ ۽ منافعي لاءِ ڪئي پئي وئي ۽ مارڪيٽ محدود ٿيندي ٿي وئي، جنهن سبب پيداوار بہ هڪ خاص حد تائين پهچڻ کانپوءِ وڌيڪ وڌي نہ سگهي. اجاري دار سرمائيدار نيون ايجادون خريد ڪري وٺندا آهن. پئي پاسي ڪوشش ڪندا رهندا آهن تہ اهڙين ايجادن جو استعمال محدود ٿي وڃي. پيداوار لاءِ اڳ رٿابندي ڪانہ ٿيندي آهي ان ڪري پيداوار جو اضافو ڪنهن سرشتي

تحت اڳتي نہ وڌندو آهي. سرمائيداراڻي نظام ۾ هٽ وني زراعت ڪي پنتي ڌڪيو ويندو آهي. سرمائيدار پنهنجو سمورو سرمايو جنگين، قبضن ۽ محڪوم قومن جي ماڻهن ڪي غلام بنائڻ تي خرچ ڪري ڇڏيندا آهن. طبقاتي جنگ تي تمام گهڻي انساني، ذهني ۽ جسماني سگهہ زيان ٿي ويندي آهي. سرمائيداري حوس ۽ حرص سبب لکين ماڻهو بيروزگار ٿي ويندا آهن. ان ڪري اشتراڪي نظام سڀ ڪان اول ڪارخانا، دڪان، ريلون وغيره نہ رڳو قومي ملڪيت جي دائري ۾ آڻي ٿو بلڪ انهن جي نئين سر جوڙجڪ بہ پنهنجي اندازسان ڪري ٿو تہ جيئن پيداوار ۾ واڌارو ٿئي. اشتراڪي نظام ۾ پيداوار جي واڌاري جو مطلب ماڻهن کي آسودو ڪرڻ ۽ سندن گهرجون پوريون ڪرڻ هجي ٿو.

ڪجهہ مخالف ماڻهو اهو دليل پيش ڪندا آهن تہ انگلستان ۾ جيتري پيداوار ٿئي ٿي، جيڪڏهن اُها برابريءَ جي بنيادن تي ورهائي بہ وڃي، تڏهن بہ مزور جي زندگيءَ جي معيار تي ڪو خاص فرق نہ پئجي سگهندو. جيتوڻيڪ ائين هرگز نہ آهي پر جيڪڏهن ڪٿي ميچي بہ ونجي، تڏهن بہ مارڪس جي سوشلزم واري تصور جو ان ڳالهہ سان ڪوبہ تعلق نہ آهي. مارڪس چاتو ٿي تہ اشتراڪي نظام ۾ پيداوار ايتري تہ وڌي ويندي، جنهن جو هن وقت تصور بہ نٿو ڪري سگهجي. مثال طور سوويت يونين ۾ ويهن سالن اندر پيداوار ۾ انوڻ تي اضافو ٿيو آهي، ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ زار وارو روس پنتي پيل هو. پر جيڪڏهن انگلستان ۽ ان جهڙي ڪنهن بئي سرمائيدار ملڪ ۾ بہ اشتراڪي نظام قائم ٿي وڃي تہ ان جي پيداوار ۾ بہ ايئن ئي اضافو ٿي ويندو جيئن روس ۾ ٿيو آهي.

پيداوار ۾ واڌ اچڻ سان زندگيءَ جو معيار بہ وڌي ٿو انهيءَ رفتار سان وري ذهني ۽ ثقافتي معيار ۾ بہ واڌارو ايندو آهي. پر ان

لاءِ شرط آهي تہ سموري پيداوار لاءِ رٿابندي ڪئي وڃي. ڪنهن بہ سرمائيدار ملڪ ۾ ڪوبہ ڪارخانو يا صنعت ان وقت لڳندي آهي، جڏهن ان مان ٿيندڙ پيداوار مان گهٽ منافعي جو امڪان هجي. گهٽ منافعي جو مطلب اهو نہ وٺڻ گهرجي تہ ان جي گُهرج بہ گهٽي هوندي آهي، پر اهو بہ ممڪن هجي ٿو تہ ان شيءَ جي گهرج ننڍڙي امير طبقي جي ئي هجي يا وري ڪنهن جنگ جدل سبب عارضي طور ان شيءَ جي گهرج وڌي وئي هجي. سوشلسٽ سماج ۾ جيئن پيداوار منافعي جي پابند نہ هوندي آهي، تيئن وري پيداوار جي رٿابندي بہ ڪئي ويندي آهي. هڪ ڀيرو جيڪڏهن اهم صنعتون قومي ملڪيت ۾ ورتيون وڃن ٿيون ۽ ٻين صنعتن تي بہ ڪنهن حد تائين ڪنٽرول ڪري ونبو آهي تہ پيداوار جي رٿابندي ڪرڻ آسان ٿي پوي ٿي. جنهن ڪانپوءِ شيون ايتريون ئي ناهيون وڃن ٿيون، جيتري انهن جي گهرج هجي ٿي ۽ جيئن جيئن زندگيءَ جو معيار بلند ٿيندو وڃي ٿو تيئن تيئن پيداوار بہ ان رفتار سان وڌائي وڃي ٿي.

ان مان ثابت ٿيو تہ مارڪس جي تصور موجب معاشي زندگيءِ ۾ سوشلزم رائج ٿيڻ ڪانپوءِ پيداواري ذريعا، دولت، ڪارخانا، ڪاٺيون وغيره قومي ملڪيت بڻجي وڃڻ ڪانپوءِ، پيداوار ۾ تيزيءَ سان اضافو ٿئي ٿو. ان پيداوار لاءِ رٿابندي جوڙي وڃي ٿي ۽ پيداوار گهرج کان هيڪاندي ڪڏهن بہ ڪانہ ڪبي آهي جو ضايع ٿي وڃي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو سوشلسٽ معيشت ۾ ڪڏهن بہ بحران ڪونہ ايندو آهي، بلڪ زندگيءَ جو معيار ڏينهون ڏينهن وڌندو رهندو آهي.

اشتراڪي حڪومت پيداوار جي رٿابندي ٻن طريقن سان ڪري ٿي. هڪ پيداواري ذريعا، مثال طور: عمارتون، مشينون، ڪچو مال وغيره ۽ ٻيون استعمال جون شيون مثال طور: ڪاغذ،

ڪپڙو، تعليم، صحت، تفريح، راندين جو سامان وغيره ان سان گڏوگڏ ملڪ جي حفاظت بہ ان ئي رٿابنديءَ جو حصو هجن ٿيون.

اهڙيءَ ريت رٿابنديءَ سبب پيداوار ضرورت کان وڌيڪ نہ ڪئي ويندي آهي، ڇو تہ جيترين شين ٺهنديون آهن، اوترين ئي کپي بہ وينديون آهن. يا ٻين لفظن ۾ ايئن چئجي تہ جيتري قيمت واريون شيون ٺاهيون آهن، انهيءَ حساب سان اجورو شيون ٺاهيندڙن يا پورهيتن کي ڏنو ويندو آهي. جيڪڏهن رٿابنديءَ ۾ ڪا غلطي ٿي وڃي ٿي، مثال طور هڪ سال سائيڪلون هيڪانديون ٺهي ويون تہ وري ٻئي سال گهٽ ٺاهيون وڃن ٿيون ۽ سائيڪلن جي جاءِ تي اهي شيون وڌيڪ مقدار ۾ ٺاهيون وڃن ٿيون، جيڪي گذريل سال گهٽ تعداد ۾ ٺاهيون ويون هيون اهڙيءَ ريت، شين جي پيداوار ۾ گهٽتائي نہ ايندي آهي، پر گهرج موجب انهن مان ڪن جي پيداوار گهٽ تہ ڪن جي وڌيڪ ڪئي ويندي آهي. پيداوار ۾ نوان طريقا استعمال ڪرڻ سان، آمدني وڌي ٿي، جنهن سان پورهيت جو اجورو بہ ڏينهون ڏينهن وڌندو رهندو آهي. اجورو وڌڻ سان خوشحالي وڌندي آهي. گڏوگڏ استعمال جي شين جي کپت وڌندي آهي، کپت وڌڻ سان پيداوار وڌندي آهي، اهڙيءَ ريت اهو سلسلو جاري ۽ ساري رهندو آهي. جيئن پيداوار رٿابنديءَ تحت ٿئي ٿي، تيئن ورهاست بہ رٿابنديءَ تحت ٿئي ٿي.

اشتراڪي سماج جي معاشي زندگيءَ ۾ شين جي قيمت جي تصور بابت ڪيترين ئي غلط فهمين ۽ تهمتون پکيڙيون ويون آهن. سرمائيداري سماج اندر قيمتن جي گهٽ-وڌائي سان شين جي کپت جو اندازو ٿي وڃي ٿو. قيمتون وڌي وڃن تہ پڪ سمجهو تہ رسد گهٽجي وئي ۽ گهرج جو پورائو نہ پيو ٿئي. قيمتون گهٽجي وڃڻ جو مطلب هجي ٿو تہ رسد، کپت کان وڌي وئي آهي پر اشتراڪي سماج ۾ ايئن نہ ٿيندو آهي. هتي قيمتون شين جي

استعمال جو تعين ڪنديون آهن. مطلب تہ قيمتون ان تخميني سان مقرر ڪيون ويندون تہ جيئن جيڪي بہ شيون ٺهن، سي سڀ جون سڀ وڪامي بہ وڃن.

هتي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ، ماڻهن ۾ پيداوار ڪيئن تقسيم ڪئي وڃي؟ عام طور ماڻهن ۾ اهو غلط خيال ڦهلايو ويو آهي تہ مارڪس چوي ٿو تہ مڙني ماڻهن ۾ پيداوار هڪ جيتري ورهائڻ گهرجي. سچ تہ اهو آهي تہ ائين ڪرڻ ممڪن ئي ناهي هوندو ڇو تہ اشتراڪي نظام ڪو اوچتو ڦٽي نڪتل نظام ڪونہ ٿو هجي، پر اُن جي پيڙهہ سرمائيداراڻي نظام جي ڪنڊرن تي بيٺل هجي ٿي. سيني کي هڪ جيترو حصو ڏيڻ مان مراد آهي تہ جن ماڻهن جي زندگيءَ جو معيار مٿي مانيءَ وارو هو، تن کي سزا ڏني وڃي. ان جي معنيٰ اها ٿي تہ ماهر مزور جيڪو غير ماهر مزور کان وڌيڪ ڪارائتو آهي تنهن کي پٺتي ڇڪي، غير ماهر مزور جي زندگيءَ جي معيار تائين آڻي ڇڏجي. ائين هرگز نہ آهي، سچ اهو آهي تہ سرمائيداراڻي نظام ماڻهن جي اوسر کي اڻ برابر ڪري ڇڏيو آهي، تنهنڪري پهرئين مرحلي ۾ برابريءَ واري ورهاست ناانصافيءَ جي مترادف هوندي. مارڪس ان ڳالهہ تي نهايت واضح ۽ چٽن لفظن ۾ چئي ٿو تہ ”حق برابر هئڻ بجاءِ، اڻ برابريءَ وارا هئڻ گهرجن..... انصاف جو مطلب اهو نہ آهي تہ سماج جي معاشي حالتن کي نظرانداز ڪيو وڃي ۽ انهن ثقافتي شين کان پٺ واري بيهجي، جيڪي هن معاشي نظام مان ڦٽي نڪتيون آهن“.

سرمائيداراڻي سماج مان جيڪي ڪجهہ ورثي ۾ ملي ٿو ان ۾ ماڻهو هڪ جهڙا ڪونہ ٿا هجن، ۽ خود اشتراڪي سماج ۾ پڻ انصاف جي تقاضا اها آهي تہ، جيڪو ماڻهو سماج جي جيتري خدمت ڪري ان کي اُجرت بہ اوتري ئي ملڻ گهرجي ۽ جيڪو ناڪارا ۽ اجايو واندو ويهڻ جو شوقين هجي، تنهن کي بہ ويلا ماني

بہ نہ ڏني وڃي. ان ڪري اشتراڪي سماج ۾ اهو اصول لاڳو ڪيو ويندو آهي تہ "هر ماڻهوءَ کي پنهنجيءَ صلاحيت جي آڌار ڪم ڏجي ۽ ڪم جي آڌار تي اُن کي اجورو ڏجي".

اشتراڪي سماج هميشہ ان معيار کي ڇهڻي ناهي بيهندو جيڪو ان کي ورثي ۾ يعني سرمائيداري نظام وٽان مليو هوندو آهي. اشتراڪي نظام ۾ نہ رڳو سال بہ سال پيداوار ۾ اضافو ٿئي ٿو ۽ ماڻهن ۾ هنرمنداڻيون صلاحيتون بہ وڌن ٿيون ۽ معاشرتي معيار بہ بلند ٿيندو رهندو آهي. جن ماڻهن ۾ هنرمنداڻيون خوبيون سرس هونديون آهن، تن کي زندگيءَ جون راحتون بہ سوايون ملنديون آهن. ان ڪري هر ماڻهو ڪوشش ڪري پاڻ کي باصلاحيت بڻائيندو آهي. ان معيار بلند ٿيڻ سان پيداوار ۾ واڌارو اچي ٿو ۽ پيداوار جي واڌاري سان خوشحالي وڌي ٿي. اهڙيءَ طرح اشتراڪي نظام ۾ اڻ برابريءَ جو نتيجو اهو نڪري ٿو تہ سڄي سماج جو معيار بلند ٿي وڃي ٿو. ان جي ابتڙ سرمائيداري سماج ۾ اڳرين تي ڳڻڻ جيترن سرمائيدارن وٽ اَڻ مَئي دولت ڪٺي ٿي وڃي ٿي ۽ سماج جي وڏي اڪثريت غريب ۽ محتاج رهي ٿي. ڇا مارڪس ايئن ٿي سمجهيو تہ اها اڻ برابري سماج ۾ سدا رهڻي آهي؟ نہ بلڪل نہ. اشتراڪي سماج هڪ خاص دؤر گذرڻ ڪانپوءِ اهڙيون تہ بڌيون برانگهون پري ترقي جي ان معراج تي پهچي ويندو جتي پوءِ ماڻهن کي سندن ڪم مطابق اجورو ڏيڻ جي گهرج ئي نہ رهندي. بلڪ پيداوار ايتري تہ وڌي ويندي جو هر ماڻهوءَ کي سندس گهرج موجب زندگيءَ جون سهولتون ڏئي سگهبيون.

جنهن نظام اندر پيداوار ڪم موجب تقسيم ڪئي وڃي ٿي، تنهن جو مطلب اهو ٿيو تہ اتان جي پيداوار اجا ايتري مقدار ۾ نہ ٿي رهي آهي جو هر ماڻهوءَ کي اُها برابريءَ جي بنياد تي، هڪ جيتري تقسيم ڪري سگهجي. اشتراڪي نظام ۾، اڳتي هلي

پيداوار ايتري تہ وڌي ويجي ٿي جو هر ماڻهوءَ کي جيتريون شيون گهربل هونديون آهن، اوتريون ئي ملي وڃن ٿيون. جڏهن شيون ايتريون ٿي وڃن جو هر ماڻهوءَ کي سندس گهرج موجب ملي وڃن تہ پوءَ شين جي ورهاست غير ضروري ٿيو وڃي ٿي. جڏهن پيداواري نظام ان معيار تائين پهچي وڃي جو هر ماڻهو پنهنجي صلاحيتن آهر ڪم ڪري ۽ ڪيس پنهنجي گهرجن آهر هر شيءَ ملي وڃي تہ ورهاست جو سوال ئي ختم ٿي وڃي ٿو.

مارڪس چيو آهي تہ جنهن نظام ۾ هر ماڻهو پنهنجي صلاحيتن آهر ڪم ڪري ۽ ڪم آهر اجورو ۽ سهولتون حاصل ڪري، تنهن کي سوشلسٽ نظام يا سماجواد چئبو آهي، ۽ جنهن نظام ۾ هر ماڻهو ڪم تہ پنهنجي صلاحيتن آهر ڪري پر زندگيءَ جون سڀ شيون ڪيس گهرج آهر ملن، تنهن نظام کي ڪميونسٽ سماج يا ڪميونسٽ نظام چئبو آهي.

ڪميونسٽ نظام ۾ رڳو مادي ترقي عروج تي نٿي پهچي، بلڪ اخلاقي، سماجي ۽ شعوري ترقي بہ پنهنجي اوج تي پهچي وڃي ٿي. جنهن وقت کان پورهيت طبقو رياست جون واڳون سنڀالڻ شروع ڪري ٿو ۽ اشتراڪي نظام جي اڏاوت ڪرڻ شروع ڪري ٿو ان وقت کان ئي انساني شعور ۾ ترقيءَ جو عمل شروع ٿيو وڃي. سرمائيداري نظام اندر اهي پابنديون جن سان ماڻهن جو ساهہ گهٽجندو هو سي سڀ آهستي آهستي ٽٽڻ، پرڻ ۽ ختم ٿيڻ شروع ٿي وينديون آهن. ڪنهن بہ ماءُ، پيءُ جي آمدني ڪٽي ڪيتري بہ هجي پر سندس ٻارن کي تعليم ۽ تربيت جا هڪ جيترا موقعا ميسر هوندا آهن. هر ٻار تعليم ۽ سکيا حاصل ڪري سگهندو آهي. هر ماڻهو ذهني ڪم ڪرڻ سکي وڃي ٿو اهڙيءَ ريت آهستي آهستي ذهني ۽ جسماني پورهيي جو فرق ميسارجي وڃي ٿو.

اشتراڪي سماج ۾ عورتن کي گهٽ ڪري ڪونہ ليکيو ويندو آهي، پر کين سماجي اوسر جي هر ڪم، ڪِرت ۾ هڪ جيتري اهميت ملي ٿي. ان ڳالهہ جو خاص ڌيان رکيو ويجي ٿو تہ جيئن انهن مٿان مردن کان وڌيڪ ڪم جو بار نہ وڌو ويجي، تنهنڪري هر وسنديءَ ۾ ٻارن جي پالنا لاءِ خاص ادارا قائم ڪيا ويجن ٿا. جتي عورتون پنهنجا ٻار موڪلي، پنهنجو ڪم ڪار ۽ سير، تفريح ڪرڻ لاءِ آزاد ۽ آجيون ٿي، حصو وٺي سگهنديون آهن. سوشلسٽ سماج ۾ عورتن مٿان رڌ پچاءُ جو ڪم بہ ختم ڪيو ويندو آهي. ڪنهن بہ عمارت ۾ رهندڙ ماڻهن لاءِ ڪاڌي پچائڻ جو ڏار انتظام ڪيل هوندو آهي. ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ الڳ ادارا هجن ٿا. عورتن کي ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور نہ ڪيو ويندو آهي پر کين اهڙو سهڻو دلچسپ ۽ عزت ڀريو ماحول جوڙي ڏنو ويندو آهي جو هو پاڻ ڪم ڪرڻ جون خواهشمند بڻجي ڪم ڪن.

سوشلسٽ نظام ۾ قومي اوچ، نيچ جي نظام کي ماڳهين پاڙان پٽي ختم ڪيو ويندو آهي. قوم، نسل، رنگ، ذات، پات جي ويڇي کي دفن ڪيو ويندو آهي، ۽ هر انسان کي هڪ جهڙو سمجهيو ويندو آهي. هر قوم کي اها سهولت ڏني ويندي آهي تہ اها پنهنجي معاشي زندگي، مادري ٻولي ۽ ثقافت کي آزاديءَ سان ترقي ڏياري. سوشلسٽ نظام يا سماجوادي ۾ جمهوريت جو مقصد ۽ مطلب سرمائيداراڻي جمهوريت کان مختلف هجي ٿو. هن نظام ۾ جمهوريت جو اهو مقصد هرگز نہ هوندو آهي تہ هر پنجن سالن کانپوءِ ڪو نمائندو چونڊي پارليامينٽ حوالي ڪيو وڃي. پر سوشلسٽ نظام ۾ هر ڪارخاني، هر گهر، هر ٻنيءَ ٻاري، مطلب تہ هر اداري جو ماڻهو پنهنجي وطن جي تقدير سنوارڻ لاءِ پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿو. هر شيءَ جو انتظام ماڻهو پاڻ ڪندا آهن. اهڙي سچي، سپيتي جمهوريت جو وجود دنيا ۾ سماجوادي معاشري

ڪان علاوه ٻئي ڪنهن به جاءِ تي هوندو ئي نه آهي. سوشلسٽ نظام اندر شهري ۽ ٻهراڙيءَ وارو فرق ختم ٿيو وڃي. ڳوناٽا مزور به مشين هلائڻ جو هنر سکي وڃن ٿا ۽ اهي شهري مزورن جهڙا ئي ماهر بڻجي وڃن ٿا. تعليم ۽ تربيت ۽ ٻين ثقافتي سرگرمين جون سهوليتون هر شهريءَ کي ميسر ڪري ڏنيون وڃن ٿيون. اهڙيءَ ريت، اشتراڪيت ۾ اهي سهوليتون هر وستيءَ واهڻ ۾ پهچايون وڃن ٿيون.

مطلب ته اشتراڪي نظام هيٺ جڏهن مادي زندگيءَ ۾ ايار اچي وڃي ٿو ته هر مرد ۽ عورت جون ذهني صلاحيتون ترقي ڪري وننديون آهن. هر قسم جي تعليم عام ٿي وڃي ٿي، زندگيءَ جي هر شعبي ۾ اعليٰ قسم جو ذوق پنهنجو اثر ڏيکاري ٿو ۽ هر ماڻهو گهڻا ڪم ڪرڻ جي اهل بڻجي وڃي ٿو.

سرمائيداري نظام، خود غرضيءَ واري ذهنيت پيدا ڪري ٿو. هر ماڻهو پنهنجي ذات لاءِ سوچي ٿو. پر اشتراڪي نظام هڪ ٻئي لاءِ جيئڻ سيکاري ٿو. هن سماج جي ماڻهن آڏو هميشه سڀني جي ڀلي وارو تصور اهميت رکي ٿو. هر ماڻهو سماج جي ذميوارين کي محسوس ڪري ٿو. جيئن مارڪس چيئي ٿو ته "اشتراڪي نظام ۾ محنت نه رڳو جيئڻ رهڻ جو ذريعو هجي ٿي، پر اها زندگيءَ جي هڪ لازمي ضرورت به هجي ٿي". جڏهن ڪميونسٽ سماج قائم ٿي ويندو ته ان دؤر جي انسان منجهه شعور جي پختگي ان اوج تائين رسي چڪي هوندي جو ڪنهن به ماڻهوءَ کي ڪم ڪرڻ لاءِ چوڻ آکڻ جي ضرورت ئي ڪانه پوندي. هر ماڻهوءَ جي اِها فطرت بڻجي ويندي ته هو پنهنجي سماج جي تعمير لاءِ ڪم ڪندو رهي.

ڇا اها ڳالهه مڪڻ جي ماڙيءَ اڏڻ برابر آهي؟ نه، ائين هرگز نه آهي، پر اِهي ڳالهيون صرف اُنهن ماڻهن کي اڻ ٿيڻيون لڳنديون،

جن مارڪسزم کي اجا چڱيءَ ريت سمجهيو ئي نـ آهي. انساني عادتون ۽ خصلتون ڪي هميشہ ڪان هڪ هنڌ بيٺل ڪونـ رهيون آهن ۽ نـ وري رهي بـ سگهن ٿيون. آڳاٽي زماني ۾ ماڻهو جڏهن قبيلائي سماج ۾ رهندو هو. تڏهن پنهنجي ڪٽنب قبيلي سان وفادار ٿي رهڻ کي نهايت اهم ۽ مقدس سمجهيو ويندو هو. ڪو بـ ماڻهو پنهنجي ڪٽنب قبيلي جي مفادن خلاف ڪم نـ ڪندو هو. جڏهن ڪو ماڻهو قبيلي جي اجتماعي مفادن خلاف ڪو ڪم ڪندو هو تـ. کيس ان قبيلي جي رائج قانون ۽ اصولن موجب سخت سزا ڏني ويندي هئي. پر جڏهن قبيلائي سماج طبقن ۾ ورهائجي ويو تـ اهڙيءَ صورت ۾ قبيلائي مفاد بـ نظرانداز ٿيڻ لڳا. هاڻي ماڻهو بدليل حالتن جي گهرجن پٽاندڙ قبيلي جي ڀيٽ ۾ پنهنجي طبقي سان وفاداريءَ کي ترجيح ڏيڻ لڳا. سرمائيداري نظام سماجي ذميواريءَ کي ڪاپاري ڌڪ هنيو. ڇو تـ سرمائيداراڻي سماج ۾ هر ماڻهوءَ جي زندگيءَ جو مقصد ۽ محور پنهنجي ذات ۽ ذاتي مفادن تائين محدود ٿي وڃي ٿو.

سرمائيداراڻي نظام ۾ پڻ مزور طبقي اندر هڪ ٻئي سان سهڪار ۽ گڏيل ذميواريون کڻڻ جو شعور پيدا ٿيندو آهي. پورهيتن منجهـ ٻڌيءَ ۽ ايڪي وارو جذبو ڪو واچوڙائي خيال هرگز نـ هوندو آهي ۽ نـ ئي اهو خيال يا جذبو ڪن ماڻهن سندن ذهنن ۾ داخل ڪيو هوندو آهي، پر انهن اهو احساس عملي تجربي مان حاصل ڪيو هوندو آهي. ڇو تـ کين هڪ جهڙو ڪم ڪرڻو پوي ٿو هڪ جهڙي حياتي گذارڻي پوي ٿي، اُهي ڏکن ۽ سُکن جا ساٿاري هجن ٿا. ان جي ابتڙ سرمائيدار کي هر هنڌ ٻئي سرمائيدار سان مقابلو ڪرڻو هوندو آهي. هو هر جاءِ تي پنهنجو ڀيپ ڀرڻ ۽ ٻئي جي وات مان گرنهـ کسڻ واري حيواني جنون ۾ مبتلا رهندو آهي، تنهنڪري منجهس پاڻ پرستي، هبچ ۽ حرص پئدا ٿيڻ اٽتر

هوندو آهي. اهڙيءَ ريت هر طبقي ۾ سوچڻ سمجهڻ، پرکڻ، پروڙڻ جو انداز پنهنجيءَ ڪِرت موجب هوندو آهي.

ان مان اهو نتيجو نڪتو ته مادي زندگيءَ ۾ تبديلي اچڻ سان ماڻهن جي سوچڻ جي انداز ۾ پڻ ڦيرو اچي وڃي ٿو. انهيءَ ڳالهه کي ثابت ڪرڻ لاءِ سوويت يونين جي هارين کان وڌيڪ بهتر ڪو بيو مثال ٿي ئي نٿو سگهي. اڄ ڏينهن تائين زار شاهيءَ جي زماني جي هارين جو جنهن به ماڻهوءَ ذڪر ڪيو آهي، تنهن سندن خود غرضي، لالچ، لوڀ ۽ هٻڇ، حرص جو ذڪر ضرور ڪيو آهي، ڇو ته اهي اوڻايون انهن ماڻهن منجهه بنهه ڇٽيون پيون ڏسبيون هيون. سوشلسٽ انقلاب جا مَٽ گُهرا هر هر اهو راڳ پيا آلاپيندا هئا ته لينن وارا روسي هارين کي ڪڏهن به سوشلسٽ بڻائي ڪونه سگهندا. اٽلندو انهن لوڀي، لالچي هارين سبب پورهيت انقلاب ناڪام ته ٿي سگهي ٿو پر ڪامياب ڪڏهن ڪونه ٿو ٿي سگهي. سچ به اهو آهي ته صدين کان روسي هارين جي زندگي اهڙي پئي گذري جو هٻڇ ۽ حرص سندن زندگين جو لازم جُز بڻجي چڪا هئا. انهن ماڻهن کي اشتراڪي نظام جو ساٿاري بنائڻ بنهه ڏکيو عمل هو. پر اهي تنقيد ڪندڙ ويچارا مارڪسي فڪر کان واقف ڪونه هئا تنهنڪري ڪين اها ڳالهه سمجهه ۾ ئي نه پئي آئي ته ڪنهن به هڪ ڳوٺ ۾ ڪو هڪ به گڏيل فارم قائم ڪري، ان ۾ ٽريڪٽر ٽراليءَ سميت پوکي راهيءَ جون سيئي مشينون ميسر ڪري ڏجن ته هاري پاڻمرادو سمجهي وٺندو ته ڌار ڌار بني بارو ڪرڻ جي ڀيٽ ۾ گڏيل طريقي سان پوکي راهي ڪرڻ ۾ نفعو *گهڻو ٿئي ٿو ۽ اُپت به گهڻي ٿي لهي. ان ريت هو ابن ڏاڏن کان ڪيس ورثي ۾ مليل مدي خارج زرعي طور طريقن کي ترڪ ڪري مشينن ذريعي پوکي راهي ڪرڻ لاءِ راضي ٿيندو جيڪي هونئن سندس قوت خريد کان پري هيون. مشينن جي استعمال سان

سندس جسماني پورهيو بہ گھٽجي ٿو تہ ٻئي پاسي سندس وقت بہ بچي پوي ٿو ۽ ائين منجهس سيني سان گڏيل سهڪار سان ڪم ڪرڻ واري عادت پوي ٿي ۽ نيٺ هو گڏيل مفادن کي اهميت ڏيندو ۽ پنهنجي هيڪلائپ واري احساس مان نڪري انفرادي خول کي ڀڃي، پور پور ڪري، سيني جو گهڻ گُهرو ۽ ٻانهن ٻيلي ٿي پوندو.

اهڙيءَ ريت جيڪڏهن ڪنهن بہ ملڪ ۾ پيداوار ۽ اُن جي ورهاست وارو نظام يا ايئن ڪٽي چئجي تہ مادي زندگيءَ جو بنياد اشتراڪي بنيادن تي قائم هجي ۽ ماڻهو پاڻ ۾ ٻڌيءَ، ايڪي ۽ ڀائيچاري واري زندگي گذاريندا هجن تہ اُتي سماجي ذميواريءَ جو احساس اجاگر تيرڻ اٽڙ هوندو آهي. اهڙن سماجن ۾ ماڻهن کي اها ڳالهہ پچاري سمجهائڻ جي ضرورت ڪانہ ٿي پئي تہ ڪو اِهي معاشرتي اصول درست آهن، پر هر ماڻهو خودبخود ان خيال جو قائل هوندو آهي. سوشلسٽ سماج ۾ ماڻهن کي اخلاقي اصولن جا واسطا ڏئي يا ازغيبي قوتن جي ڪروڌجڻ ۽ ڏمرجڻ جا دڙڪا، دهمان، ۽ ڊپ ڏياري سندن خواهشن کي دٻائڻ يا تبديل ڪرڻ جا جتن نہ ڪيا ويندا آهن، پر اهڙيون حالتون پيدا ڪيون وينديون آهن جو ماڻهو خودبخود تبديل ٿي وڃي. اج ڏينهن تائين اسان ان ڳالهہ جي ڳُڻ ڳوت نہ ڪئي آهي تہ جيڪڏهن سڄيءَ دنيا ۾ سوشلسٽ يا ڪميونسٽ نظام قائم ٿي وڃي تہ اها دنيا ڪيئن هوندي. اتي اسانجي رهنمائي ڪندي مارڪس ٻڌائي ٿو تہ جڏهن سڄي دنيا ۾ سوشلسٽ نظام رائج ٿي ويندو تڏهن هن دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪوبہ اهڙو گروهہ يا ٽولو نہ بچندو، جيڪو دنيا جي ڪنهن ٻئي ملڪ يا ٻيءَ قوم مٿان قابض ٿيڻ جي خواهش رکندو هجي. اهڙيءَ ريت دنيا جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين جنگ جدل ۽ جهيڙي جهٽي، جي پاڙ پٽجي ويندي.

سرمائيدار ملڪ بين ملڪن ۽ قومن تي قبضو ان ڪري ڪندا آهن ته جيئن اُهي هيٺن ملڪن کي غلام بڻائي، هيسائي، نيچو نِوائي، پنهنجي سرمائيداراڻي حرص ۽ حوس جو دائرو وڌائي سگهن ۽ پنهنجي ملڪ جي سرمائيدارن لاءِ رستو صاف ڪن ته جيئن اُهي، پنهنجيءَ صنعت ذريعي تيار ڪيل مال کي اتي پنهنجي مَن گُهرئي منافعي تي وڪڻي اتان جي عوام جو رت چوسين. ان جي ابتڙ ڪنهن به سوشلسٽ ملڪ لاءِ ايئن ڪرڻ ناممڪن هوندو آهي، ڇو ته ان نظام جي خمير ۾ ئي اهڙي لوڀ لالچ ڪانه هوندي آهي.

ٻيو ته ڪنهن به سچي سوشلسٽ ملڪ اندر ڪو به سرمائيدار طبقو موجود ئي نه هوندو آهي، تنهنڪري اُهو ملڪ جنگ کان نفرت ڪندو آهي، ڇو ته جنگ ڪرڻ سان جيڪا دولت زيان ٿئي ٿي تنهن سان ملڪ جي پورهيت طبقي کي نقصان پهچي ٿو ۽ اُن جي زندگيءَ جو معيار گهٽجي ٿو. ان ڪري ڪنهن به سوشلسٽ ملڪ لاءِ جنگ اک ڏٺو نقصان هجي ٿي.

اهو ئي سبب آهي جو ڪو به سوشلسٽ ملڪ اهو ڪونه چاهيندو ته ڪا ٻي قوم پنتي پيل ۽ ڳيجُهو رهي. اُن جي ابتڙ سوشلسٽ ملڪ پنتي پيل ملڪن کي ٽيڪ ڏئي، پاڻ وهيڻو ڪرڻ، پاڻيرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. بين ملڪن جي خوشحالي ۽ آزادي مان ئي هڪ سوشلسٽ ملڪ کي فائدو هجي ٿو. جيئن سوويت يونين هندستان، چين ۽ بين پنتي پيل ملڪن کي هر قسم جي مدد ڏيئي پاڻيرو ڪري رهيو آهي.

اهڙيءَ ريت، اڄڪلهه ته اهو تصور ڪرڻ ئي ناممڪن آهي ته. جڏهن سڄي دنيا ۾ سوشلزم رائج ٿي ويندو ته انسانذات ترقيءَ جي ڪهڙي منزل تي پهچندي. جڏهن هر ملڪ جي معاشي زندگي رٿابنديءَ تحت هوندي ۽ اها رٿابندي سڄي عالم لاءِ هوندي ۽ دنيا جو

هر ملڪ ٻئي ملڪ لاءِ ڇپر ڇانو ۽ ساٿاري هوندو. جيڪي به سائنسي ايجادون ٿينديون تن مان دنيا جو هر ملڪ هڪ جهڙو ۽ هڪ جيترو فائدو حاصل ڪندو. هر ملڪ ٻئي ملڪ جي ثقافت مان فائدو حاصل ڪندو ۽ اهڙيءَ ريت انسان هڪ اهڙي مقام تي پهچي ويندو جنهنجي اڄڪلهه تصوير ٺاهڻ ئي ممڪن نه آهي.

سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته، نيٺ انساننذات جي ايڏي ساري ترقي ڪٿي وڃي ڇيهه ڪندي؟ مارڪس ان متعلق، ڪنهن به قسم جي ڪا اڳڪٿي ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي، ڇو ته اڳواٽ ايڏي وڏي سائنسي اڳڪٿي ڪرڻ به ممڪن ڪونه هو. پر هڪ ڳالهه بلڪل چٽي آهي ته، سڄيءَ دنيا ۾ ڪميونزم رائج ٿيڻ کان پوءِ، طبقاتي جنگ پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهچي ويندي، ۽ ان کان پوءِ ڪنهن به قسم جي طبقاتي ڇڪتاڻ پئدا ئي ڪانه ٿيندي. ڪميونزم جي دؤر ۾ پيداواري صلاحيتون ايتريون ته وڌي وينديون جو هر ماڻهوءَ کي ٻه–چار ڪلاڪن کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي ضرورت ئي نه پوندي، ۽ ماڻهو پنهنجو ٻيو سمورو وقت معاشرتي ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ گذاريندا. ڪنهن به قسم جي طبقاتي ٽوڙ ڦوڙ جي ضرورت ئي ڪانه رهندي. ان کان پوءِ انسان جي جدوجهد جو سڄو محور قدرت جو شهسوار ٿيڻ ۽ ان کي پنهنجي اختيار ۾ آڻڻ ۾ ئي هوندو. جڏهن انهيءَ جنگ ڪانسواءِ ٻي ڪا جنگ نه رهندي ته ان کي کٽڻ به آسان ٿي پوندو. انساننذات جي اهڙي اعليٰ پد واري دؤر ۾، وبائي بيمارين، ٻوڏ، ڏڪار موسمي خرابين جو مقابلو ڪرڻ لاءِ ڪنهن به قسم جي دعائن يا جنگين جي ضرورت ڪانه رهندي. انساننذات پنهنجي سگهه ۽ سمجهه سان انهن قوتن کي پنهنجو غلام بڻائي ڇڏيندي، ۽ پاڻ قدرت جي اڳيان هيٺو نه پر پاڻ وهيٺو بڻجي ويندو. مارڪس ڪميونسٽ سماج جي اِها ئي تصوير پيش ڪئي آهي.

# قدرت متعلق مارڪسي نقطه نظر

هت پهريان ئي، هيءَ ڳالهه چٽي ٿي چڪي آهي تہ، مارڪسزم جو فلسفو انسان ۽ اُن جي سماج کي قدرت جو هڪ جز سمجهي ٿو. ڌرتيءَ جي هن گولي تي انسان ڪيئن آيو اهو راز هاڻي راز نہ رهيو آهي. ارتقا جي سائنس، تجربن ذريعي اسان کي سمجهايو ويو آهي تہ هاڻوڪو انسان ارتقا جي ذريعي ئي موجوده شڪل صورت ۾ آيو آهي. سائنس اها ڳالهه ثابت ڪري چڪي آهي تہ هي دنيا، ڪنهن زماني ۾ بيجان مادو هئي. ان مان جاندار مادو وجود ۾ آيو ان ارتقائي سفر ۾، قسمين قسمين مخلوق، حيوان ۽ وڻ ٻوٽا وغيره وغيره پيدا ٿيا. حيوانن ۾ اڳتي هلي سوچڻ ۽ سمجهڻ جي صلاحيت پيدا ٿي انهن حيوانن مان هڪ خاص قسم جي حيوان ارتقائي ڏاڪا طئي ڪري موجوده انسان جو روپ ڌاريو آهي. مطلب تہ ان مان اها ڳالهه ثابت ٿي تہ شعور کان اول مادو موجود هو. مادو پهريان وجود ۾ آيو ان ۾ شعور بعد ۾ پيدا ٿيو. ان مان اهو پڻ ثابت ٿيو تہ مادو اٽل حقيقت آهي ۽ ان جو وجود شعور کان آجو ۽ آزاد آهي. شعور مادي کي تخليق نہ ڪندو آهي، بلڪ مادي جي ارتقا جي هڪ خاص مرحلي ۾، ان ۾ شعور پيدا ٿيندو آهي. قدرت بابت اهڙي نقطي نظر کي "ماديت" چئبو آهي.

قدرت متعلق انهيءَ نقطي نظر جو مخالف هڪ ٻيو خيال بہ موجود آهي، جنهن جا حمايتي چون ٿا تہ انسان کان ٻاهر دنيا يا انسان جي چوڌير، جيڪي شيون آهن، مثال طور: وڻ ٽڻ، جبل،

پهاڙ ۽ حيوان وغيره. تن ڪي ڪو بہ حقيقي وجود نہ هوندو آهي، بلڪ انهن جو وجود رڳو اسانجي ذهنن جي پئداوار آهي يا وري ڪنهن بنهہ اوچي سوچيندڙ هستيءَ جي ذهن جي پئداوار آهي. اهڙي نقطي نظر کي ”تصوريت“ چئبو آهي. تصوريت جا بہ ڪيئي قسم ۽ ڪيئي شاخون آهن. انهن سڀني شاخن ۾ هڪ ڳالهہ مشترڪ آهي تہ شعور، پوءِ اهو انسان جو هجي يا ڪنهن اعليٰ هستيءَ جو پر اصل سچ ۽ حقيقت شعور ئي آهي، نہ ڪي مادو. ان سوچ جا حامي چون ٿا تہ خيال ئي حقيقي هوندو آهي، پر جيڪڏهن ڪا بي حقيقت آهي بہ تہ، ان جي اهميت ثانوي يا ٻئي درجي واري هوندي آهي.

هڪ مارڪسي جو نقطي نظر اهو ئي هجي ٿو تہ. حقيقي دنيا اها ئي آهي جيڪا حقيقت ۾ موجود آهي، اسانجي خارجي دنيا خيال نہ بلڪ حقيقت آهي. اها اسانجي ذهن يا خيال کان آجي ۽ آزاد آهي ۽ اُها هڪ عليحده وجود رکي ٿي. خارجي دنيا جو اسان وٽ شعور هجي يانہ هجي، پر اها موجود آهي ۽ وجود رکي ٿي. ٻاهرين دنيا جي چرپر ۽ ارتقا جا ڪي چند قانون هجن ٿا، ۽ اها انهن قانونن جي دائري ۾ رهي ٿي. انسان انهن قانونن کي پنهنجي سمجهہ ۽ علم ذريعي سمجهي سگهي ٿو ۽ پنهنجي ضرورتن موجب استعمال ڪري سگهي ٿو، پر ڪوبہ ذهن هڪ ڪائنات جا اصول ميٽي يا ميساري نٿو سگهي ۽ نہ وري اهي قانون تبديل ڪري سگهي ٿو.

ان جي ابتڙ ”تصوريت (Idealism)“ جا حامي، جيڪي مادي يا خارجي دنيا کي ثانوي حقيقت سمجهن ٿا، چون ٿا تہ اسين ان حقيقت کي ڪڏهن بہ پروڙي ڪونہ ٿا سگهون ڇو تہ هي ڪائنات هڪ پراسرار ۽ سمجهہ کان مٿيري شيءَ آهي. جنهن کي پُرجهڻ ۽ پُروڙڻ، انسان جهڙي نبل مخلوق لاءِ ممڪن ئي نہ آهي.

هتي اهو سوال ٿو پئدا ٿئي ته ”ماديت“ ۽ ”تصوريت“ بابت هتي بحث جي ضرورت ڇو پوي ٿي؟ دراصل انهيءَ بحث جي هتي ضرورت ان ڪري آهي ته جيئن اسين ڪائنات ۾ ڪارفرما قوتن جو تجزيو ڪري سگهون ۽ ان مان عملي زندگيءَ جي ڪارونهوار کي سمجهي سگهون. انسان پاڻ ڪان ٻاهر واري دنيا جو رڳو مشاهدو نه ڪندو آهي بلڪ ان کي تبديل ڪرڻ لاءِ به پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿو ۽ گڏوگڏ پاڻ به مَتبو رهندو آهي. ٻيو ته اسانکي ماديت جو فلسفو اهو پڻ ٻڌائي ۽ سمجهائي ٿو ته خارجي حقيقت اها ئي آهي، جنهن جو شعور انسان جي ذهن ۾ هجي ٿو. اسانکي پنهنجي چؤڦير وڻ ٽڻ، گهر گهاٽ ۽ ماڻهو وغيره نظر اچن ٿا، ۽ اهي نظر ايندڙ شيون حقيقت پڻ آهن. دراصل اسانجا خيال ٻاهرين دنيا جو اولڙو هوندا آهن. ان مان اها مراد هرگز نه ورتي وڃي ته اسانجا سڀ خيال درست آهن ۽ سڀ خيال حقيقت جو عڪس آهن. اسانکي پنهنجي تجزيي مان پروڙ پوي ٿي ته اصل حقيقت ڇا آهي.

تصوريت واري فلسفي جو حامي ڪِن ڳالهين، ڪن فطرتي قانونن تي انڌو عقيدو رکندو آهي. هو سمجهي ٿو ته اهي قانون ڪڏهن به تبديل ٿي نٿا سگهن. هو ڪڏهن به انهن عقيدن کي تجزيي جي ڪسوٽي تي پرکي ڏسڻ جي ڪوشش نه ڪندو آهي. مثال طور سن 1938ع وارين سياسي حالتن کي ئي ڏسو جنهن مان پروڙ پئجي ويندي. تن ڏينهن ۾ هڪ خاص گروهه جو عقيدو هو ته ڪنهن به صورت ۾ جنگ نه ٿيڻ کپي، پوءِ ڪٿي حالتون ڪهڙيون به ڇو نه هجن. اُهي ان حقيقت کي وساري وينا هئا ته فاشسٽ قوت هڪ حقيقت هئي، جيڪا سموريءَ دنيا کي پنهنجو غلام بڻائڻ لاءِ آتي هئي. ان جي ابتڙ اسين جيڪڏهن پنهنجي نيڪ نيتيءَ جي آڌار رڳو عدم تشدد ۽ اهنسا جون ڳالهيون وينا ڪنداسون ته اُن

سان فاشين کي ويتر هُشي ملندي. عدم تشدد يا اهنسا جون ڳالهيون بيشڪ سُٺيون آهن، پر انهن سان خونريزيءَ کي ڪڏهن بہ روڪي ڪونہ ٿو سگهجي. اسانجو تجزيو واضح آهي تہ فاشسٽ قوت جو مقابلو عدم تشدد واري فلسفي سان ڪرڻ مان مراد آهي تہ خوني طاقت کي شهہ ڏئي اڃا وڌيڪ خونخوار بنائڻ. ماديت جي فلسفي جو ميجيندڙ فاشزم جو مقابلو پنهنجي ٻانهہ جي ٻَل ذريعي ڪندو.

مارڪسزم جو فلسفو پنهنجي سمورن نظرين جا بنياد دنيا جي مادي نظريي تي رکي ٿو. ۽ انهيءَ نقطي نظر سان سچيءَ دنيا جو ادراڪ ڪري ٿو. جيئن تہ انسان بہ هن ڪائنات جو جز آهي، تنهنڪري انهن قانونن مان ئي پروڙ پوي ٿي تہ انساني سماج ڪهڙيءَ ريت مٽجي يا تبديل ٿي رهيو آهي ۽ هوريان هوريان اهو لڳاتار ڪيئن مَتبو رهندو. سماج جي مطالعي مان نوان قانون دريافت ٿيندا رهندا آهن. انهن نتيجن کي تجزيي جي ڪسوٽيءَ تي پرکيو ويندو آهي. اهڙي ريت انهيءَ تجزيي جي ڪسوٽي تي جيڪي نتيجا کرا ۽ درست ثابت ٿيندا آهن تن کي درست قرار ڏبو آهي ۽ جيڪي نتيجا درست ثابت نہ ٿين تن کي ٻيهر سُوڌي، سنواري، پرکيو ۽ پروڙيو ويندو آهي.

مارڪسي فلسفي جا چاهيندڙ اُن جا طالب ۽ شاگرد ڪائنات ۽ انساني سماج جو مطالعو انهيءَ سائنسي طريقي سان ڪندا آهن ۽ تجربا ڪري حقيقتن تائين پهچندا آهن. هن علم ۾ ايئن هرگز نہ ٿيندو آهي تہ ڪو شخص، پنهنجيءَ پَر ۾ ڏاهو عقل جو اڪابر مڃيو پنهنجي ڪمري ۾ ويهي ڪي اصول ترتيب ڏئي ۽ سندس عقيدت مند بغير پرکڻ پروڙڻ جي، اکيون ٻُوٽي انهن تي ويساهہ آڻي.

دنيا بابت مارڪسي نظريي جي علم کي "جدلياتي ماديت"

ڪونبو آهي. ڪي ماڻهو سمجهن ٿا تہ اها ڪا بنهہ پراسرار شيءِ آهي. درحقيقت هي علم نہ رڳو انسانن کي حقيقتن جي علم کان روشناس ڪرائي ٿو پر هن فلسفي ذريعي جيڪي نتيجا حاصل ٿيا آهن تن مان پڌري پيءَ پت اها پروڙ پوي ٿي تہ سموري ڪائنات (جنهن ۾ انساني سماج پڻ شامل آهي) مختلف ڌار ڌار ڇنل ۽ آزاد شين جو مجموعو نہ آهي، بلڪ ڪائنات جون سڀ شيون هڪ ٻئي سان ڪنهن نہ ڪنهن ريت ڳنڍيون ۽ ڳتيون پيون آهن. سائنسدان انهيءَ ڳالهہ کان پڌري پيءَ پت واقف آهن. جيڪڏهن دنيا ۾ موجود مختلف شين جو اڀياس ڪجي ٿو تہ پڌري پيءَ پت معلوم ٿئي ٿو تہ دنيا ۾ اهڙي ڪابہ شيءَ موجود نہ آهي، جنهن جو ڪائنات ۾ ڪنهن ٻيءَ شيءِ سان لاڳاپو نہ هجي، هر شيءَ جو ٻي شيءَ تي اثر پوي ٿو.

شين جو هڪ ٻئي تي انحصار ايترو تہ نمايان ۽ چٽو آهي جو انهيءَ لاڳاپي جو هيڪاندو ذڪر ڪرڻ ئي تسليم شده حقيقت جو اجايو ورجاءُ پيو لڳندو آهي. پر تصوير جو ٻيو پاسو هيءُ آهي تہ گهڻو ڪري ماڻهو حقيقت جي ان پرک کان اکيون ٻوٽي ڇڏيندا آهن. ماڻهو اهو نٿا سمجهن تہ جيڪڏهن ڪا ڳالهہ ڪن خاص حالتن ۾ درست ثابت ٿئي ٿي تہ اها ئي ساڳي ڳالهہ ٻين حالتن ۾ غلط بہ ثابت ٿي سگهي ٿي. جيئن تقرير جي آزاديءَ جو ئي مثال وٺجي. عام طور اها آزادي جمهوريت جي اوسر لاءِ سياويڪ هجي ٿي. ان ذريعي گهڻن ماڻهن کي پنهنجي ملڪ جي حالتن تي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪري سگهڻ جو موقعو ملي ٿو اهڙيءَ ريت تقرير جي آزاديءَ سان سماج جي اوسر ۾ مدد ملي ٿي، پر جيڪڏهن اها ساڳي آزادي فاشسٽن کي ڏني وڃي تہ اُها عام ماڻهن لاءِ هاڃيڪار بڻجي وڃي ٿي. ڇاڪاڻ تہ فاشسٽ جمهوريت جا ويري هجن ٿا. هو جمهوريت کي ريٽي، سماج جي ترقي ۽ اوسر

ڪي روڪڻ گهرن ٿا. ان مان پليءَ پت معلوم ٿيو ته ساڳي شيءِ هڪڙين حالتن ۾ چڱي ته ٻين ۾ وري هاڃيڪار هجي ٿي.

جدلي ماديت جو طريقو اهو پڻ ٻڌائي ٿو ته دنيا ۾ ڪابه شيءِ بيٺل يا ساڪن حالت ۾ نه هوندي آهي بلڪ هر شيءِ حرڪت ۽ چرپر ۾ هوندي آهي ۽ هر پل تبديل ٿيندي رهندي آهي. سائنس جا سمورا علم ان ڳالهه جي تصديق ڪن ٿا. جنهن ڌرتيءَ تي اسين رهون ٿا، سا به لڳاتار تبديل ٿي رهي آهي. ساهه وارين شين ۾ اها حقيقت تهان وڌيڪ چٽي هجي ٿي. جڏهن به ڪنهن شيءَ جو سائنسي مطالعو ڪجي ته اها ڳالهه ضرور ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته شيون هر پل تبديل ٿين ٿيون. ڪابه شيءَ نه هميشه کان ائين هئي ۽ نه وري سدائين ائين رهڻي آهي.

هتي اهو سوال پيدا ٿئي ٿو ته جيڪڏهن اها ڳالهه هر لحاظ کان مڃيل آهي ته شيون جامد يا ساڪن حالت ۾ نه پر هر پل تحرڪ ۽ تبديليءَ واري حالت ۾ هونديون آهن ته پوءِ ان جو هيڪاندو ورجاءُ ڇو ٿو ڪيو وڃي. انهيءَ سوال جو جواب هيءُ آهي ان ڳالهه جو ورجاءُ ۽ ٻيهر ورجاءُ انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته، گهڻا ماڻهو جڏهن به عملي زندگيءَ ۾ ڪنهن شيءَ جو مطالعو ڪندا آهن، خاص طور جڏهن سماج جو مطالعو ڪندا آهن، تڏهن اها حقيقت وساري ويهندا آهن. مثال طور: گهڻا ماڻهو ائين سمجهن ٿا ته سماج ۾ شيون نفعو ڪمائڻ لاءِ ناهيون وڃن ٿيون ۽ انساني سماج ۾ اهو طريقو اصل کان ائين هلندو پيو اچي. اهڙا ماڻهو دراصل تبديليءَ جي قانون کي ڪٽپ ۾ نٿا آڻين، نه ته جيڪر ضرور سمجهي وڃن ۽ بيان ڪن ها ته شين جي پيداوار يا اُپت مان نفعو ڪمائڻ وارو تصور، انساني سماج جي اوسر جي هڪ خاص مرحلي تي وجود ۾ آيو، وڌيو ويجهيو ۽ هاڻي اُهو فنا ٿيڻ ڏانهن وڌي رهيو آهي.

انهيءَ سلسلي ۾ هڪ ٻي ڳالهه به ذهن ۾ رکڻ کپي ته، جڏهن اها حقيقت پرڪيل ۽ ثابت ٿيل آهي ته هر ساهه وارو جِيوَ پئدا ٿئي، وڌي ويجهي، پوڙهو ٿئي ۽ نيٺ فنا ٿي ٿو وڃي، ساڳيءَ ريت بيجان شيون پڻ مَتجندڙ ۽ ارتقا پذير هونديون آهن. اهڙيءَ ريت ڪنهن به شيءَ جو مطالعو ڪرڻ وقت اهو ڏسڻ نهايت ضروري هوندو آهي ته جنهن به شيءَ جو مطالعو ڪيو پيو وڃي، سا تبديليءَ جي ڪهڙي مرحلي مان گذري رهي آهي. مثال طور جيڪڏهن ڪو هاري جڏهن ڳئون خريد ڪري ٿو يا وري ڪو مالدار ماڻهو ڪو گهر خريد ڪري ٿو، ته هو ان ڳالهه جو خاص خيال رکي ٿو ته خريدي ويندڙ شيءِ ڪهڙيءَ حالت ۾ آهي. پر عجيب بدقسمتي چئبي ته جڏهن سماج جو مطالعو ڪجي ٿو ۽ مختلف دؤرن اندر پئداواري ذريعن جو اپياس ڪيو ويندو آهي تڏهن مرحلي واري ڳالهه وساري ويندي آهي. ڪائنات جي خاصيتن متعلق جدلي ماديت جيڪي ڪجهه اسان کي ٻڌايو ۽ سمجهايو آهي، جنهن جو ذڪر مٿي ڪري چڪا آهيون. اهي بئي ڳالهيون هر ماڻهو پنهنجي اکين سان هرروز ڏسي ۽ سمجهي ٿو. جيتوڻيڪ تين شيءِ تجربي ۾ ڪانه ايندي آهي پر ان جي سچ کي سمجهڻ پرجهڻ ڪو ڏکيو ڪم نه آهي.

ٽين ۽ اهم ڳالهه اها آهي ته ڪائنات ۾ ٿيندڙ تبديلي ۽ ارتقا جو عمل ڪو يڪسرو سڌي ليڪ جيان ۽ هر وقت، هڪجهڙو ڪونه هوندو آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ته ان جو لاڳاپو بنهه ڇڇي ڏار ڏار ٿي ويندو آهي، ۽ اهو تسلسل هڪ خاص عرصي تائين رهي ٿو. ارتقا جي شروعاتي دؤر ۾ تبديلي صرف ايتري ٿئي ٿي جو هڪ ئي قسم جي خاصيتن ۾ واڌارو ايندو رهي ٿو. اها ڳالهه مثال ذريعي وڌيڪ سولائي سان سمجهائي سگهجي ٿي. مثال طور: جيڪڏهن ڪنهن ٿانوءَ ۾ پاڻي وجهي چلهه تي گرم ڪيو وڃي ته

هڪ خاص عرصي تائين پاڻي جيئن جو تيئن نظر ايندو پر اندران ئي اندران ان ۾ تپش وڌندي رهندي آهي. جڏهن لڳاتار پاڻي گرم ٿيندو رهي ٿو ته هڪ مرحلي تي اُهو پاڻي ٻاڦ جي شڪل اختيار ڪرڻ لڳي ٿو اُها ٻاڦ بعد ۾ هوا ۾ تحليل ٿي وڃي ٿي. بلڪل اهڙيءَ ريت جڏهن وري پاڻيءَ کي ٿڌو ڪبو آهي ته هڪ خاص مرحلي تائين ٺرڻ کان پوءِ اهو ڄمي نهري شڪل اختيار ڪري وٺي ٿو. اهڙيءَ ريت اسان ڏٺوسون ته پاڻي هڪ تبديلي پذير شيءِ آهي، يعني پاڻي، جيڪو پنهنجي جوهر ۾ پاڻياٺ آهي، سو ڪِن حالتن ۾ نهري توڙي گئس واري شڪل پڻ اختيار ڪري سگهي ٿو.

اها ئي صورت انساني سماج جي پڻ هجي ٿي. سماج ۾ پڻ هوريان هوريان تبديليون ايندڙيون رهن ٿيون، پر اُن جي ظاهري صورت ۾ ڪا تبديلي نظر ڪانه ايندي آهي. اڳتي هلي هڪ خاص مرحلي تي، تبديلي ظاهر ٿي پوي ٿي. پراڻو سماج ڪِري، سڙي ڇڻي پوي ٿو ۽ نئون سماج اُسري ان جي جاءِ والاري ٿو ۽ ارتقا جي قانونن مطابق وڌندو ويجهندو رهي ٿو. مثال طور: جاگيرداراڻي سماج ۾ ماڻهو شيون پنهنجي گُهرج آهر استعمال ۽ ڪاپي لاءِ ٺاهيندا هئا. جڏهن شيون هوريان هوريان تعداد ۾ وڌڻ لڳيون ته انهن جي مٽاسٽا جو رواج پيو ۽ واپار شروع ٿيو. پوءِ شيون واپار واري مقصد لاءِ ٺهڻ لڳيون. اهڙيءَ ريت هڪ خاص مرحلي تي سرمائيدار طبقو وجود ۾ آيو. اهو سلسلو لڳاتار جاري رهيو ۽ نيٺ اها منزل آئي جتي سرمائيدار طبقي ۽ جاگيردار طبقي ۾ ٽڪراءَ پيدا ٿيو. جنهن جي نتيجي ۾ جاگيرداراڻو سماج پنهنجو اوج وڃائي ويٺو. اهڙيءَ ريت هڪ نئون پيداواري طريقو يا سرمائيداراڻو پيداواري طريقو رائج ٿيو. ايئن سرمائيدار سماج، جاگيرداراڻي سماج جي جڳهه والاري ورتي، ۽ سماج جي ترقيءَ واري رفتار ۾ وڏي تيزي اچي وئي.

جدليماديت جي چوٿين خاصيت اها آهي تہ اُها ٻڌائي ٿي تہ ارتقا جو اصل سبب يا محرڪ ڪهڙو آهي (ارتقا سماج جي هجي يا ڪائنات جي). جڏهن شين جو مطالعو جدلي ماديت جي نقطي نظر سان ڪبو آهي، تڏهن اها ڳالهہ ڪُلي سامهون اچي ويجي ٿي تہ ارتقا هڪ ئي قسم جو سادو عمل نہ هوندو آهي. هر شيءِ جو مثبت ۽ منفي پاسو هجي ٿو. هر شيءِ جا ٻہ پاسا هجن ٿا. پهريون پاسو هميشہ وڌڻ ۽ پکڙجڻ گهرندو آهي ۽ ٻيو پاسو ان کي روڪڻ جو ڪم ڪندو آهي. انهن هڪ ٻئي جي مخالف رجحانن جي ئي ٽڪراءَ جو نتيجو آهي جو ارتقا جو عمل روان دوان هجي ٿو. هڪ پاسو رڪاوٽن کي ٽپي اڳتي وڌڻ چاهيندو آهي ۽ ٻيو پاسو ان اڳيرائيءَ کي روڪيندو آهي، ۽ اها ڇڪتاڻ ائين پوءِ آوسر جي هڪ بنيادي قانون جي حيثيت ۾ لقائن کي اڳتي ڌڪيندي ۽ تبديل ڪندي رهندي آهي. ان جو واضح ثبوت اسان کي انساني سماج مان نهايت نمايان انداز ۾ ملي ٿو. انساني سماج جي اولين (ابتدائي اشتراڪي) دؤر کي ڇڏي، تاريخ جي هر دؤر ۾ اسان کي مختلف طبقا ملن ٿا. جن ۾ پنهنجي وجود جي بقاءَ واري ڪشمڪش جاري ۽ ساري ملي ٿي. هڪ طبقو زور وٺندي وڌندي ۽ ٻيو طبقو پسپا ٿيندي نظر اچي ٿو. مثال طور: جاگيرداري دؤر اندر اسان کي سرمائيدار طبقو وجود ۾ ايندي، اڳتي وڌندي نظر اچي ٿو. جيئن جيئن اهو طبقو اوسر ڪري ٿو تيئن تيئن جاگيردار طبقي سان اُن جو ٽڪراءَ ٿيندو نظر اچي ٿو. جاگيردار طبقو ختم ٿيڻ لڳندو آهي ۽ سرمائيدار طبقو اُسرڻ ۽ ترقي ڪرڻ لڳندو آهي. اهو ئي ساڳيو قانون سرمائيداري نظام سان لاڳو ٿئي ٿو. سرمائيداري نظام ۾ صنعتي مزور طبقو پيدا ٿئي ٿو جيئن جيئن مزور وڌي ويجهي ٿو تيئن تيئن سرمائيدار طبقي ۽ مزدور طبقي وچ ۾ ڇڪتاڻ وڌڻ لڳي ٿي. سرمائيداري نظام جي انهيءَ اندروني

تضاد جو حتمي نتيجو اهو نڪري ٿو تہ سرمائيداري نظام نيٺ ٽٽي ۽ وکري ويجي ٿو. جنهن کي اسين پورهيت انقلاب چئون ٿا.

جدلي ماديت جي نقطي نظر تحت اهي جيڪي سمورا تصور قائم ٿيل آهن تن کي سهيڙي اسين هڪ جائتو ڪري سگهون ٿا. هن فلسفي جي لحاظ کان حقيقت اسانجي شعور کان آزاد ۽ بي نياز هجي ٿي. حقيقت پنهنجو الڳ ۽ آزاد وجود رکي ٿي. ڪائنات جا سمورا مظهر هڪ ٻئي تي آڌاريل، ڳنڍيل ۽ ڳتيل هجن ٿا. ۽ هڪ ٻئي تي اثر وجهندا رهندا آهن. ڪائنات جو هر مظهر متحرڪ هجي ٿو يعني اُهو ارتقا پذير هجي ٿو. ۽ ارتقا جو عمل بذات خود اندروني تضادن ۽ ڇڪتاڻ جو نتيجو هجي ٿو.

مارڪسزم جو ڪائنات توڙي انساني سماج متعلق نظريو دنيا جي ٻين فلسفن پاران پيش ڪيل نظرين کان منفرد ۽ نيارو آهي. جدلي ماديت ڪا اهڙي شئي نہ آهي جيڪا حقيقتن کان الڳ هجي يا جنهن کي ڪنهن ذهني ڳڻ ڳت ذريعي گهڙيو ٺاهيو ويو هجي. مارڪسي فلسفي جو دعوي آهي تہ جدلي ماديت ڪائنات جو سڀ کان وڌيڪ ڪامل ۽ درست تصور پيش ڪندڙ نظريو آهي.

سائنس جو نيون نيون ايجادون مارڪسي فلسفي جي نقطي نظر جي دعوي جي سچايان هجڻ جي تصديق ڪن ٿيون. جيڪي سائنسدان قدرت جو مطالعو جدلي ماديت جي نقطي نظر سان ڪن ٿا، سي چون ٿا تہ هن نقطي نظر تحت ٿيندڙ کوجنا ذريعي ڪائنات جون نيون نيون حقيقتون نمايان ٿين ٿيون. اهو ئي ڪارڻ آهي جو اهي اهڙيون ايجادون ڪري پروڙي سگهيا آهن جيڪي ماضيءَ ۾ ناقابل حل تصور ڪيون ٿي ويون. انساني سماج جي ارتقا جي هن دؤر ۾ جدلي ماديت جو نقطي نظر وڏي اهميت اختيار ڪري چڪو آهي.

هن ڪان اڳ اسين بيان ڪري آيا آهيون تہ مادي نقطہ نظر مان مراد هيءَ آهي تہ مادي يا وري خارجي دنيا اول ۽ شعور ثانوي آهي. ڇاڪاڻ تہ مادي کانسواءِ ذهن جو وجود ممڪن نہ آهي. مطلب تہ انسان جو جسم ۽ ان جي حفاظت جا طور طريقا پهريان جڙندا آهن ۽ خيال، جيڪي انسان پنهنجي رهڻي ڪهڻي متعلق قائم ڪري ٿو سي پوءِ جڙندا آهن. ان مان مراد تہ عمل، نظرئي کان اڳ يا اول آهي. انسان رهڻي ڪهڻي اول سکي ورتي، ان سان گڏوگڏ سندس ذهن ۾ خيال بہ جڙڻ لڳا. وري گڏوگڏ جيئن جيئن سندس ذهن ۾ خيال جڙڻ لڳا تہ هو انهن کي عملي شڪل پڻ ڏيڻ لڳو. اهڙيءَ ريت عمل ۽ نظريو گڏوگڏ اوسر ڪندا رهيا. اهو مثال رڳو اوائلي سماج لاءِ نہ آهي، بلڪ ائين هر دؤر ۾ ٿيندو رهي ٿو. عملي طريقو جنهن سان ماڻهو گذر سفر حاصل ڪري ٿو اهو عمل ئي سندس خيالن جي جوڙجڪ ڪري ٿو. سياسي خيالن جو انحصار بہ ان تي ئي هجي ٿو. سياسي ادارا بہ، ان لاءِ قائم ڪيا ويندا آهن تہ جيئن پيداواري نظام جو تحفظ ڪيو وڃي. سياسي اصول ڪي هوا ۾ بيٺل سڪڻا تصور نہ هوندا آهن. بلڪ هر دؤرجا ادارا، اصول ۽ خيال ان دؤر جي عملي زندگيءَ جا عڪس يا اؤلڙا هوندا آهن. انهن خيالن ۽ اصولن جو ڪو الڳ وجود يا تاريخ ڪانہ ٿي هجي، بيشڪ هڪ خيال مان ٻيو خيال جڙي ٿو پر اها تبديلي بہ تڏهن ايندي آهي جڏهن مادي زندگيءَ ۾ پيداواري ذريعن ۾ تبديلي اچي وڃي، تڏهن پراڻيون ريتيون رسمون متجڻ شروع ٿينديون آهن. انهن جي جاءِ تي نيون ريتيون رسمون اچي وينديون آهن ۽ نوان خيال جڙندا آهن.

نين مادي حالتن سان گڏوگڏ پراڻا ادارا ۽ پراڻا خيال بلڪل ميسارجي نہ ويندا آهن، بلڪ انهن مان ڪجهہ اجا بہ نئين سماج ۾ مروج رهندا آهن.

مثال طور: جاگيرداري نظام ۾ بادشاهن ۽ اميرن جي عزت ڪئي ويندي هئي، اڄ بہ انگلستان جي سرمائيداري سماج ۾ بادشاهن ۽ اميرن کي وڏي عزت حاصل آهي. ان کان علاوه اڄوڪي سرمائيداري نظام ۾ پڻ ڪجهہ خيال اهڙا اڃا زندهہ آهن، جيڪي آهن تمام پراڻا پر انهن ۾ ترميم ٿي چڪي آهي. مثال طور: مالدار ماڻهوءَ جي اڄ بہ عزت ڪئي ويندي آهي پر جاگيرداري نظام جيان خانداني امير هجڻ ضروري نہ آهي. ان ڪانسواءِ هر دؤر ۾ اشتراڪي خيال موجود هجن ٿا. ڇاڪاڻ تہ سرمائيداراڻي دؤر ۾ پيداوار وڏي پئماني تي گڏيل محنت جي بنيادن تي بيٺل هجي ٿي. هڪ ڪارخاني ۾ هزارين ماڻهو گڏجي ڪم ڪندا آهن. اڄ بہ سماج ۾ ٽن قسمن جا خيال رائج آهن ۽ انهن ٽنهي مان ڪو هڪ بہ اهڙو خيال نہ آهي جيڪو هميشہ هميشہ لاءِ قائم رهندو ۽ هر زماني جو نہ تبديل ٿيندڙ سچ ثابت ٿيندو.

ان مان مراد اها نہ آهي تہ مارڪسزم انهن ٽنهي خيالن کي غير حقيقي سمجهي ٿو.

پر مارڪسزم سمجهي ٿو تہ جاگيرداري نظام جي باقيات هاڻي ماضيءَ جو قصو بڻجي چڪي آهي. سرمائيداراڻا خيال هاڻي زوال پذير آهن ۽ انهن جي جاءِ تي اشتراڪي خيال اسري نسري رهيا آهن، بلڪ اهي هاڻي هڪ حقيقت بڻجي چڪا آهن. ڇاڪاڻ تہ روس جي عظيم سوشلسٽ انقلاب ڪانپوءِ هاڻي ممڪن ٿي چڪو آهي تہ انهن خيالن کي حقيقت جي ڪسوٽيءَ تي پرکيو ۽ پروڙيو وڃي ۽ اهو ثابت ڪيو وڃي تہ اهي هاڻي ساڀيان جو روپ ڌاري چڪا آهن. اشتراڪيت جي بنيادي تصور موجب پيداوار کي نفعو ڪمائڻ جو ذريعو بنائڻ بدران انهيءَ کي ماڻهن جي گهرجن جي بنيادن تي استوار ڪجي، تجربي مان اهو ثابت ٿي چڪو آهي تہ هن نظام ۾ ماڻهن جي زندگيءَ جو معيار

اسرندو ۽ اوچو ٿيندو رهندو آهي. ان مان ثابت ٿيو تہ سائنسي نقطي نظر تحت مارڪس ۽ اُن جي حامين جيڪي نتيجا اخذ ڪيا هئا، سي تجربي جي آڌار تي سچ ثابت ٿي چڪا آهن.

روسي ڪميونسٽ پارٽيءَ مارڪسي اصولن تي عمل ڪري، پورهيتن کي منظم ڪيو، پراڻي نظام جو تختو اونڌو ڪري، نئون نظام قائم ڪيو تنهن ڪانپوءِ روسي عوام جي هڪ وڏي اڪثريت، جيڪا انقلاب کان اڳ غير مارڪسي هئي تنهن مارڪسي اصولن کي تجربي جي ڪسوٽيءَ تي سچ ثابت ٿيندو ڏسي، ان فڪر کي پنهنجو بڻايو. سڄاڳ ۽ منظم اشتراڪي نوجوان نظرياتي توڙي عملي طريقن سان ماڻهن کي نئين نظام ڏانهن مائل ڪندا ويا، اهڙيءَ ريت وڏي تيزيءَ سان سڄي ملڪ ۾ ماڻهن جو نقطي نظر تبديل ٿي مارڪسي بڻجي ويو.

اها ڳالهہ واضع هئڻ گهرجي تہ مارڪسزم، جدلياتي ماديت کي هڪ عالمگير زاويي سان ڏسي ٿو. مارڪسزم سائنسي حقيقتن جي ڳولا کي علم جي مختلف ميدانن مان تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. مارڪسزم ان ڳالهہ کان ڪڏهن بہ انڪار نٿو ڪري تہ نُوس حقيقتن جو اڀياس ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان سائنسي حقيقتن جو اُپٽار ڪري ٿو. هي نظريو دعويدار آهي تہ حقيقتن کي انهن جي لڳ لاڳاپن ۽ ارتقا جي تصور کان ڪٽي ڪري ڏسڻ بجاءِ انهن کي هڪ ربط هڪ لاڳاپي هڪ ڳانڍاپي ۾ ڏسڻ گهرجي.

انساني سماج جي اڀياس جي سلسلي ۾ ان قانون کي ڪتب آندو ويندو آهي. انفرادي طرح انسانن جو يا ڪنهن خاص سماج جو مخصوص زمان ۽ مڪان جي نقطہ نظر سان اڀياس نهايت محدود يا اڻپورا نتيجا ڏئي ٿو. تنهنڪري مارڪسزم سماج جو اڀياس پنهنجي انداز سان ڪري ٿو. مارڪسزم جو فلسفو انساني

سماج جو اڀياس اُن جي موجوده شڪل يا موجوده حالتن تائين محدود نٿو رکي بلڪ سماج جي ارتقا وارن سمورن مرحلن کي ڌيان ۾ رکي، ان جو اڀياس ڪري ٿو ۽ اُن اڀياس مان سائنسي بنيادن تي نتيجا اخذ ڪري ٿو. اهو ئي سبب آهي جو اهڙو سماجي اڀياس مارڪسزم کي ٻين فلسفن جي اڀياس کان نيارو، مٿيرو معتبر ۽ نزوار ڪري بيهاري ٿو.

سماجي اڀياس جي مارڪسي انداز جي نتيجي ۾ اخذ ڪيل نتيجن جي روشنيءَ ۾ ماڻهوءَ لاءِ آسان ٿي پوي ٿو ته هو ڪنهن عمل جي صورت ۾ پنهنجي مقام جو تعين ڪري ۽ پنهنجي عمل کي ڪهڙيءَ سمت ۾ جاري رکي. انهي سان عمل جو هڪ اهڙو گس لڀي پوي ٿو جيڪو حقيقتن کي جامد انداز ۾ ڏسڻ ذريعي ڪيل مطالعي مان ڪڏهن به نٿو ملي سگهي ڇو ته اُهو اصول ماضيءَ جي بيجان نقطي نظر جو اظهار ڪري ٿو.

# عمل جو رستو

مارڪس پنهنجي ابتدائي ڪتابن ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي تہ ”فلسفين اڄ تائين دنيا جي تشريح مختلف انداز ۾ ڪئي آهي. هاڻي سوال اهو آهي تہ ان کي تبديل ڪيئن ڪجي“. مارڪس جي آڏو دنيا جو جيڪو تصور موجود هو تنهن ۾ اها ڳالهہ نهايت اهم هئي تہ دنيا کي تبديل ڪيئن ڪجي.

مارڪسزم جو فلسفو ڪا سَڪڻي سائنس نہ آهي، پر اُهو دنيا کي بدلائڻ جو هڪ فهم ۽ فڪر آهي.

رڳو اهو سمجهي ويهڻ ڪافي نہ آهي تہ سرمائيداري نظام زوال پذير ٿي چڪو آهي ۽ ان جي جاءِ والارڻ لاءِ اشتراڪي سماج وڌي رهيو آهي پر اهو سمجهڻ بہ نهايت ضروري آهي تہ رڳو معاشي نظام جي تبديليءَ سان، اهو نظام پاڻمرادو رائج ڪونہ ٿو ٿي وڃي. انساني سماج تيستائين تبديل ڪونہ ٿو ٿئي، جيستائين عملي جدوجهد ڪري هڪ پيداواري طريقي مان ٻئي پيداواري طريقي ۾ تبديل نٿو ٿي وڃي. مارڪسزم ان عمل لاءِ علم بہ ڏيئي ٿو ۽ طريقو بہ ٻڌائي ٿو جيڪو بنهہ چٽو ۽ واضح آهي. مارڪس ٻڌائي ٿو تہ طاقت جو مقابلو طاقت سان ئي ڪيو ويندو آهي ڇو تہ حڪمران طبقي وٽ پنهنجي حاڪميت جي بچاءَ لاءِ هر قسم جي طاقت ميسر هوندي آهي ۽ اهو تبديليءَ جي هر جُهد کي جبر ذريعي چيپاڻ چاهيندو آهي. نظام جي تبديليءَ لاءِ هر جدوجهد ان دؤر جي حالتن جي پٽاندر هجي ٿي. 1848ع ۽ 1871ع وارين

انقلابي تحريڪن مان مارڪس ڪجهه نتيجا اخذ ڪري ٿو ۽ ٻڌائي ٿو تہ پورهيتن ۽ سرمائيدارن ڇڪتاڻ ڪهڙي صورت اختيار ڪندي ۽ انقلاب کان پوءِ ڪهڙي قسم جي حڪومت رائج ٿيندي پر اصل مسئلوان کان وڌيڪ ڳوڙهو ۽ مُنجهيل آهي. اصل سوال هيءَ آهي تہ پورهيت طبقو آخري ۽ فيصلي ڪن جنگ لاءِ تياري ڪهڙيءَ ريت ڪري ٿو. مارڪس خود ان مسئلي جي حل لاءِ ڪم ڪندو رهيو. هُن نہ رڳو ذهني پورهيي تي انحصار ڪيو پر گڏوگڏ هن پورهيتن جون انجمنون قائم ڪري ان ۾ عملي حصو پڻ ورتو. ڇو تہ هن سمجهيو پئي تہ ايندڙ وقتن ۾ جدوجهد جو دارومدار پورهيتن جي تنظيم تي هوندو. مارڪس جي عظيم تحرير ”ڪميونسٽ پڌرنامو“ اصل ۾ ڪميونسٽ ليگ جو اعلان نامو هو. مارڪس اُن اداري جو ورهين تائين ميمبر رهيو. ”مزدورن جي عالمگير سنگت“ جنهن کي پهرين انٽرنيشنل سڏيو ويندو آهي، 1864ع ۾ مارڪس جي ڪوشش سان وجود ۾ آئي. مارڪس نہ رڳو برطانوي پورهيتن جي حالتن کان واقف هو پر سموري دنيا جي پورهيتن سان پڻ سندس تعلق هو.

تنهن هوندي بہ اها حقيقت آهي تہ ان دؤر ۾ مزدورن جو تمام گهٽ تعداد مزدور انجمنن ۽ سهڪاري تنظيمن ۾ شامل هو. دنيا جي ڪنهن بہ ملڪ ۾ مزدور طبقي جي ڪا بہ باقائده سياسي جماعت موجوده نہ هئي، نہ رڳو ايترو پر يورپ جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ اجا مزدور طبقو پيدا ئي نہ ٿيو هو. برطانيا ۽ ٻين اسريل يورپي ملڪن ۾ سرمائيداري صنعت اجا ابتدائي مرحلن ۾ هئي، ۽ ايرندڙ سرمائيدار طبقو جاگيردار طبقي جي حاڪميت خلاف اجا جهيڙي رهيو هو.

اوڻيهين صديءَ جي پڇاڙڪن سالن ۾ يورپ جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ مزدور طبقي جون سياسي جماعتون قائم ٿي چڪيون هيون، جن مان ڪن جماعتن پنهنجي پنهنجي ملڪ جي پارليامينٽ

۾ سيٽون به کٽي ورتيون هيون. اُن اوڻيهين صديءَ جي خاتمي تائين برطانيا ۾ ليبر پارٽي وجود ۾ اچي چڪي هئي، جيتوڻيڪ اُن پارٽيءَ جو اڳواڻ سوشلسٽ نه پر آزاد خيال ماڻهو هو.

جيئن چوٿين باب ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته جڏهن سرمائيداري سامراجيت واري مرحلي ۾ داخل ٿي ته موجوده انقلابي دؤر جو آغاز ٿيو ۽ طبقاتي ڇڪتاڻ جي حڪمت عمليءَ جي طور طريقن ۾ مارڪس ۽ اينگلس جي زماني کان اڳتي وڌڻ جي ضرورت محسوس ٿي. مارڪسزم کي تخليقي انداز ۾ لاڳو ڪرڻ واري عمل کي لينن جهڙي هستي نصيب ٿي.

هن دؤر ۾ لينن اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته پراڻين مزدور جماعتن جو اهو دائرو جنهن ۾ سرمائيدار پارليامينٽ ۾ سندن شموليت وارو تصور هاڻ پنهنجي اهميت وڃائي ويٺو آهي. ڇاڪاڻ ته هاڻي سرمائيداري نظام جو دؤر ختم ٿيڻ وارو آهي. ان لاءِ هاڻي هڪ نئين ۽ انقلابي پارٽيءَ جي ضرورت آهي، جيڪا پارلياماني جدوجهد کي ان جدوجهد سان سلهاڙي بيهاري، جيڪا هن وقت صرف ڪارخانن ۽ گهٽين ۾ ٿي رهي آهي، جنهن جي آخري منزل بورجوا پارليامينٽ ۾ شرڪت نه پر سماج جي بنيادي تبديلي يعني سوشلسٽ انقلاب جي تعمير تائين وڃي ٿي.

مارڪس هميشه ان ڳالهه تي زور ڀريندو هو ته اها جماعت جيڪا موجوده حڪمران طبقن جو خاتمو آڻي ٿي، تنهن کي سماج جي ٻين حلقن جي مدد جي ضرورت رهي ٿي. مزور طبقو هوا ۾ بيٺل ڪا شئي نه آهي بلڪ ان جي چوڌاري ٻي حقيقي دنيا پڻ وجود رکي ٿي. مطلب ته مختلف ملڪن ۾ مختلف طبقا ۽ مختلف جماعتون پڻ وجود رکن ٿيون. پورهيت طبقو نه رڳو ٻين همدرد طبقن لاءِ سگهه ٻڌبو آهي پر خود مزدور طبقي کي به ٻين ماڻهن جي مدد ۽ حمايت گهربل هوندي آهي جن سان ڪلهو

ڪلهي ۾ ملائي سماجي ارتقا جي راهه ۾ رنڊڪون وجهندڙن جي خلاف مِڙي مُٺ ٿي، جدوجهد ڪري سگهجي.

مزدور طبقي طرفان پنهنجي وڏي دشمن کي شڪست ڏيڻ لاءِ ٻين طبقن سان اتحاد ڪرڻ وارو نظريو ولاديمير لينن روس جي مخصوص حالتن تحت پيش ڪيو هو جيڪو مارڪسزم ۾ مزدور طبقي جي ارتقا لاءِ اهم حيثيت رکي ٿو.

رڳو مزدور طبقوئي اهو طبقو آهي جيڪو سرمائيداري نظام خلاف لڳاتار ويڙهه وڙهڻ جي سگهه رکي ٿو ۽ جيئن جيئن سرمائيداري وڌندي رهي ٿي، تيئن تيئن مزدور تحريڪ به ان سان گڏوگڏ وڌندي رهي ٿي. ڇو ته سرمائيدار طبقو مزدور طبقي جو سڌيءَ ريت استحصال ڪري ٿو. سرمائيدار طبقي خلاف ڪنهن به قسم جي اتحاد ۽ الحاق جومطلب اهو سمجهڻ گهرجي ته ان اتحاد يا الحاق جو روح روان مزور طبقو ئي هئڻ گهرجي. اهو ئي طبقو عملي جدوجهد ۾ هر اول دستي واري حيثيت جو حامل هجي ٿو. مزور طبقي کي الحاق واري پاليسي ان ڪري اختيار ڪرڻي پوي ٿي ته سرمائيداريءَ خلاف فيصلائتي جدوجهد دوران سماج جا ٻيا طبقا يا ته مزور طبقي ۾ اميدون رکندا آهن. يا وري اهي سرمائيداريءَ جا ساٿاري ٿي بيهندا آهن. هن مرحلي ۾ الحاق جي حڪمت عمليءَ واري پاليسي سرمائيدارن کي سماج ۾ اڪيلو ڪري ڇڏيندي آهي.

سماجي ترقيءَ جي دشمنن خلاف هلندڙ جدوجهد دؤران مزور طبقي ۽ ٻين ماڻهن جي وچ ۾ جُڙندڙ اتحاد لاءِ حالتون سازگار هونديون آهن. سرمائيداراڻي هڪ هٽيءَ واري دؤر ۾ طاقت ۽ دولت آهستي آهستي سوڙهي ٿي سرمائيدارن جي هڪ ننڍڙي ٽولي جي هٿن ۾ گڏ ٿي وڃي ٿي. ان ڳالهه ۾ به ڪو شڪ نه آهي ته سرمائيدارن ۾ ڪي سرمائيدار چوٽي جا امير نه هوندا آهن. وري چند سرمائيدارن جي هڪ هٽيءَ واري دؤر ۾ ننڍن سرمائيدارن ۽ وڏن سرمائيدارن وچ ۾ دشمني چوٽ تي چڙهي ويندي آهي.

جڏهن بہ سرمائيداراڻي هڪ هٽيءَ جا رجحان وڌندا آهن، تڏهن وڏا سرمائيدار پنهنجي سگهہ کي وڌائڻ لاءِ، ٻين ملڪن تي قبضا ڪرڻ،صنعتن ۽ ٻين وسيلن کي پنهنجي ڇنبي هيٺ رکڻ، ٻين ملڪن جي مخالف گروهن کي ڇيپائڻ، تجارتي منڊين جي ورهاست ڪرڻ، صنعتي مال جي قيمتن جو تعين ڪرڻ، ڪان وٺي ٻين ملڪن سان معاهدا ۽ سودا ڪرڻ ۽ انهن خلاف جنگيون جوٽڻ ذريعي ننڍين سرمائيدارن ۽ دڪاندارن کي ڇيهو رسائڻ شروع ڪندا آهن. جنهن مان ظاهر تي پوندو آهي تہ وڏا هڪ هٽيا سرمائيدار ننڍين سرمائيدارن يا ننڍين ملڪيت دار ماڻهن جو ساهہ نپوڙڻ جي هوڏ تي چڙهيل هوندا آهن. هڪ ٻئي پٺيان اٿندڙ مسئلن، ڏچن سبب، پهريان انفرادي طرح ۽ پوءِ اجتماعي يا طبقاتي طور ننڍا دڪاندار ننڍا ملڪيت دار ۽ هاري ماڻهو اهو محسوس ڪرڻ لڳندا آهن تہ وڏا هڪ هٽيا سرمائيدار سندن ويري آهن. اها ڳالهہ سمجهڻ جي بيحد ضرورت آهي تہ اختلاف رڳو معاشي مسئلن تي پيدا ڪونہ ٿا ٿين. پر اقتصادي اجاري اداري مزور طبقي، غلام قومن ۽ ننڍين سرمائيدارن جي اَڪُٽ معاشي ڦُرلُٽ ۽ ننهن چوٽيءَ تائين اجارادارانہ معاشي پاليسي ڪرڻ سبب ننڍا سرمائيدار وچولو طبقو مختلف پيشن سان لاڳاپيل پورهيت ۽ دانشورن جو هڪ وڏو حلقو سڀ مِڙي مُٺ ٿي، هڪ هٽيي سرمائيدار جا مخالف ٿي بيهندا آهن. چو تہ جئورن جهڙا هڪ هٽيا سرمائيدار سماج جي مڙني آسودگين جا ويري هوندا آهن. ان جو سڀ کان وڏو مثال ٻي مهاڀاري جنگ ۾ پورهيت طبق جو يورپ ۾ سينو سپر ڪري فاشزم سان مهاڏو اٽڪائڻ ۽ آمريت مخالف سر ڌڙ جي بازي لڳائي وحشين سان وڙهڻ وارو آهي، چو تہ اُن فاشي آمر (هٽلر) مڙني جمهوري ادارن کي تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو هو ۽ مڙني انساني تهذيبي ۽ ثقافتي سرگرمين، ريتن رسمن کي رت ۾ ٻوڙي غرق

ڪري ڇڏيو هو. ان دؤر ۾ هر باشعور حلقي فاشزم کي امن ۽ سماجي ارتقا جو سڀ کان وڏو ويري قرار ڏنو هو. تنهنڪري پورهيت طبقن ۽ وچولي طبقي جي ماڻهن جو مفاد هڪ ٻئي سان سلهاڙجي ويو ۽ فاشزم جي خلاف هڪ وسيع "عوامي محاذ" جڙي پيو.

تنهن کان علاوه الحاق صرف انهن ئي طبقن جي وچ ۾ ٿي سگهي ٿو جن جي مفادن ۾ ڪانه ڪا هڪجهڙائي هجي، نه ته ڪو به حقيقي الحاق ممڪن نه هوندو آهي. اها ڪا اهڙي ڳالهه نه آهي ته ڪو مزور يا ڪي ٻيا طبقا پنهنجي پنهنجي مفادن کي نظرانداز ڪري ڇڏيندا آهن. الحاق جو مطلب ئي اهو هجي ٿو ته ڪن خاص موقعن تي عارضي طور انهن طبقن جا مفاد هڪ ٻئي سان سلهاڙيل هوندا آهن. اهو ئي سبب هو جو 1936ع ۾ اسپين جي مزورن، هارين، وچولي طبقي، ننڍين سرمائيدارن ۽ قومپرستن گڏجي وڏن جاگيردارن، بئنڪرن ۽ ڌارين حملي آورن خلاف جنرل فرانڪو جي قيادت ۾ گڏجي ويڙهاند ڪئي.

ڌارين حملي آورن خلاف ڪنهن قوم جي مڙني طبقن طرفان گڏجي مزاحمت ڪرڻ جا تاريخ ۾ اسانکي ڪيترائي مثال ملن ٿا. جيئن ٻي عالمگير جنگ ۾ مظلوم قومن جي ماڻهن گڏجي ڌارين سامراجين خلاف آزاديءَ جي جدوجهد ڪئي هئي ۽ گڏيل قومي محاذ جوڙيا هئا. شروع ۾ قومي آزاديءَ جي جنگ جي اڳواٽي اتان جو اسرندڙ سرمائيدار طبقو ڪندو آهي. ڪنهن به محڪوم قوم مٿان ڌارين حڪمرانن جو راڄ ان ڏيهه ۾ سرمائيداريءَ کي اوسر ڏياري مزور طبقي کي پڻ جنم ڏيندو آهي، جيئن جيئن هي طبقو تعداد ۾ وڌي ٿو ۽ منظم ٿئي ٿو تيئن تيئن اهو آزاديءَ جي جنگ کي وڌائڻ ۾ رهنما ڪردار ادا ڪندو آهي. مارڪسي پارٽيون قومن جي آزاديءَ واري جنگ ۾ اتان جي پورهيت آزادي پسندن جون ٻانهه ٻيلي ٿين ٿيون. مظلوم قومن جي سرمائيدارن جو ڪو گروهه جڏهن

سامراجين جي ڏر تي بيهندو آهي ۽ سامراج جو ٻانهه ٻيلي ٿي، پنهنجي عوام جو رت وهائڻ ۾ سندن ساٿ ڏيندو آهي تڏهن مزور طبقي جي آزاديءَ واري ويڙهه اڃا نمايان ۽ چٽي ٿي بيهندي آهي.

انهي سلسلي ۾ چين جو مثال ڏيئي سگهجي ٿو. 1919ع ۾ جڏهن سامراج جي پُٺ لٺڪائو جاگيردارن خلاف بورجوا انقلاب فيصلائتي مرحلي ۾ داخل ٿيو. تڏهن 1920ع ۽ ان کان پوءِ واري عرصي ۾ صنعتي شهرن ۽ بندرگاهن وارن شهرن جا پورهيت هڪ نياري طاقت ۽ تنظيم جا مالڪ بڻجي ويا. 1920ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي وجود ۾ اچي وئي. ان سڄي عرصي دوران قومي آزاديءَ جي تحريڪ جي سرواڻي "ڪومنتانگ" پارٽي ٿي ڪئي جيڪا ڊاڪٽر سن يات سَين 1912ع ۾ ٺاهي هئي، پر پوءِ هوريان هوريان ڏارئين حاڪم طبقي خلاف اصل قوت پورهيت طبقا بڻجي ويا. جن 1924ع، 1925ع ۽ 1926ع ۾ زبردست هڙتالون ۽ مظاهرا ڪيا.

1925ع ۾ ڊاڪٽر سن يات سين جي وفات کانپوءِ ڪومنتانگ جي فوج پورهيت طبقي ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ سان پوري طرح سهڪار ڪندي چين جي صوبي ڪينٽين مان سڄي چين کي متحد ڪرڻ ۽ سماجي اصلاحات ڪرڻ جو پروگرام کڻي منظر تي آئي. 1927ع ۾ ڪومنتانگ جو فوجي سربراهه چيانگ ڪائي شيڪ سامراجي حملي آورن سان ناهه ڪري پورهيت طبقي ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو مخالف بڻجي ويو. تنهن کانپوءِ، چين جي آزاديءَ جي جنگ، ڪومنتانگ بدران ڪميونسٽ پارٽي وڙهڻ لڳي. جيتوڻيڪ هڪ مرحلي تي متحده محاذ جوڙي، ڪميونسٽ پارٽي، ڪومنتانگ ۽ ٻيون سياسي جماعتون ڏارئي حملي آور سامراج خلاف متحد ٿيون هيون. پورهيت طبقي، عوام ۽ ٻين مختلف طبقن جو پنهنجي گڏيل دشمن خلاف اتحاد ۽ الحاق وارو تصور مظلوم قومن، اڏوگابرين آزاد قومن ۽ سرمائيدار ملڪن جي

عوام جي تجربن مان نڪري نروار ٿيو آهي. دراصل مارڪسي نظريو ڪري تجربي تي آڌاريل هوندو آهي ۽ ٻين سائنسي نظرين جيان تجربن جي آڌار تي ان ۾ ترميم بہ ٿيندي رهي ٿي. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران ۽ ان ڪانپوءِ واري عرصي ۾ بنهہ نوان تجربا سامهون آيا. نهايت نيارا اضافا ٿيا ۽ قومي اتحادن توڙي سوشلزم جي جنگ ۾ نت نيون حڪمت عمليون سامهون آيون.

نازي جرمنيءَ جي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ جنگ دوران قومي دفاعي تحريڪون، ڪميونسٽ پارٽي ۽ مزور طبقي جي سرواڻيءَ ۾ اڀري آيون. جن غدارن ڪانسواءِ آبادي جي مڙني طبقن کي سهيڙي سموهي هڪ ڪيو. غدارن ۾ وڏا جاگيردار ۽ سرمائيدار نمايان هئا. جيڪي پنهنجي طبقاتي مفادن خاطر نازين جا پيچ لٽڪائو ٿي بيٺا. ٻئي پاسي ننڍن سرمائيدارن ۽ وچولي طبقي جي ماڻهن نازي حملي آورن خلاف قومي آزاديءَ خاطر پورهيتن ۽ هارين جو ساٿ ڏنو.

نازين جي شڪست ۽ قبضي هيٺ آيل قومن جي آزاديءَ ڪانپوءِ، سيني ملڪن ۾ قومي الحاق انهن عبوري حڪومتن جو بنياد بڻيا.انهن حڪومتن ۾ پورهيت طبقن جون پارٽيون، ڪميونسٽ ۽ سوشل ڊيموڪريٽ چڱي خاصي طاقت اختيار ڪري ويا. قومي الحاق جي بنيادن تي جڙيل مقامي ڪميٽيون، جيڪي پورهيت طبقن کي گهڻو ويجهو هيون، تن مزور طبقن کي سگهارو ڪيو ۽ سرمائيدارن ۽ جاگيردارن کي هيڪلو ۽ هيٺو بڻائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. اهڙين حڪومتن جو نظام گهڻي ڀاڱي ترقي پسند ۽ مزور دوست بڻيو. ايسيتائين جو اوڀر يورپ ۾ وڏيون جاگيرون، جاگيردارن کان کسيون ويون ۽ اهي زمينون هارين ۾ ورهايون ويون. اُهي ملڪ جن تي ماضيءَ ۾ جاگيردارن جون فاشي حڪومتون راڄ ڪنديون هيون، اتي هاڻي مقامي توڙي قومي سطح تي جمهوري حڪومتون اڀريون. اوڀر يورپ ۾ اها عوامي جمهوري ڌرين جي ڀرپور فتح هئي.

انهن ملڪن جي ڪميونسٽ پارٽين ڄاڻي ورتو هو ته اهڙين رياستن ۽ حڪومتن کي سرمائيداريءَ مان عبور ڪرائي، اشتراڪي نظام ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو. پر ٻئي پاسي سرمائيدارن ۽ هارين جي پارٽين جا اڳواڻ ۽ ڪجهه سوشل ڊيموڪريٽ رهنما سماج ۾ ڪنهن وڏي تبديليءَ لاءِ اڃا تيار نه هئا. انهن فاشزم مان نجات ۽ قومي حڪومت جي قيام کي ئي پنهنجي منزل ڄاتو. اُن جي ابتڙ شهرن ۽ ٻهراڙين ۾ رهندڙ پورهيتن فاشزم جي شڪست ۽ ماضيءَ جي حڪمرانن مان نجات کي هڪ مرحلو ٿي سمجهيو. ۽ اُهي سوپ جي خوشيءَ ۽ اتساهه سان گڏوگڏ ڪميونسٽ پارٽيءَ طرفان پيش ڪيل پروگرام جي حمايت ڪندي، پوريءَ طرح تيار ٿي چڪا هئا. نيٺ سوشل ڊيموڪريٽ پارٽي، ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ۽ مارڪسي بنيادن تي پورهيت طبقي جي هڪ سچي انقلابي ۽ سگهاري پارٽي وجود ۾ اچي وئي. پارلياماني سڏارن جي ڊگهي سلسلي ۽ عوام جي اڪثريت جي نمائنده جماعت جي سهڪار ڪانپوءِ، صنعت ۽ واپار حڪومت جي ملڪيت بڻجي ويا، ۽ منصوبابند معيشت جو آغاز ٿيو. گڏيل پوکي راهيءَ جو رجحان وڌڻ لڳو. فوج، سول سروس، صنعت ۽ واپار جا اهم عهدا سرمائيداريءَ جي حامين کان کسي، سوشلزم جي حامين جي حوالي ڪيا ويا. عوامي جمهوريت مان عبور ڪري سوشلزم ڏانهن وک وڌائي وئي جنهن لاءِ سوويت يونين جي مدد ۽ حمايت فيصلي ڪُن ڪردار ادا ڪيو.

جڏهن سوويت يونين ۽ قومي آزاديءَ جي تحريڪن نازي فوجن کي تباهه ڪري ڇڏيو تڏهن اهو بلڪل آسان ٿي پيو ته سامراجي قوتن جي مداخلت کان آزاد ٿي، عبوري حڪومتون پنهنجي قوم جي تقدير جو فيصلو پاڻ ڪرڻ لڳيون. نه ته سوويت انقلاب جي ابتدائي دؤر ۾ سوويت يونين اندر سامراجي قوتون

مداخلت ۽ حملا ڪنديون رهنديون هيون. هاڻي فاشزم مان نجات حاصل ڪيل اوڀر يورپ جي قومن، سوشلزم جي تعمير ڪرڻ شروع ڪئي. انهن عوامي جمهوريتن کي ڪنهن به قسم جو فوجي مداخلت جو ڪوئي ڊپ ڊاءُ نه هو. انهن سوويت يونين کان ڪاٺ خوراڪ، ۽ مشينري جي مدد حاصل ڪئي ۽ اقتصادي، سماجي ۽ سياسي مسئلن جي حل لاءِ سوويت يونين جي تجربن ۽ اُن جي سوشلسٽ حلقن مان فائدو حاصل ڪيو.

سوويت يونين طرفان ڏيندڙ امداد جا منفي پاسا بہ ڪُلي سامهون آيا. انهن جو سبب يا تہ سوشلسٽ اصولن جي ڀيڪڙي هئي يا وري هر ملڪ جي مخصوص حالتن کي چڱيءَ ريت نہ سمجهي سگهڻ ۽ سوويت طور طريقن کي هر صورت ۾ لاڳو ڪرڻ جهڙيون غلطيون ٿيون. بهرحال اها ڳالهہ تہ پڌري پٽ آهي تہ انهن ملڪن ۾ سوشلزم جو بنياد سوويت يونين جي امداد تي آڌاريل هو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ جپان جي شڪست کانپوءِ چين ۾ پڻ "عوامي جمهوريت"سان ملندڙ جلندڙ شڪل جُڙي. جپانين خلاف قومي اتحاد جو نعرو سڀ کان پهريان ڪميونسٽن هنيو ۽ چين جي اتر- اولهہ واري علائقي ۾ ڪميونسٽن طرفان قائم ڪيل حڪومت ۽ چيانگ ڪائي شيڪ جي وچ ۾ جنگ هلندڙ هئي، جيڪا قومي اتحاد واري نعري کانپوءِ ڪجهہ عرصي لاءِ رڪجي وئي. پر جنگ رڪجڻ کانپوءِ بہ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪوشش باوجود چيانگ ڪائي شيڪ هڪ گڏيل قومي حڪومت جوڙڻ واري آڇ کي ٺڏي ڇڏيو ۽ آمريڪا کان فوجي ۽ اقتصادي امداد حاصل ڪري ڪميونسٽن کي ختم ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪري ڇڏيائين. 1949ع ۾ چيانگ ڪائي شيڪ ڪميونسٽن هٿان شڪست کائي، تائيوان واري علائقي ڏانهن ڀاڄ کاڌي. ڪميونسٽ پارٽيءَ ان دوران هڪ عوامي صلاح مصلحتي ڪائونسل گهرائي ورتي تہ جيئن ڪا

نئين حڪومت جوڙي سگهجي. اهڙيءَ ريت هانگ ڪانگ وٽ عوامي جمهوري چين جو بنياد پيو. اها حڪومت، پورهيت طبقن، هارين، پيٽي بورجوا طبقي ۽ قومي سرمائيدار طبقي جي گڏيل الحاق ۽ سهڪار جي بنيادن تي قائم ٿي. ان جي ابتڙ چيانگ ڪائي شيڪ جي حڪومت نوڪر شاهي ۽ هڪ هٿي اجارادار سرمائيدار طبقي تي ٻڌل هئي. بهرحال سموري چيني قوم انهن آڳرين تي ڳڻڻ جيترن جابرن جي خلاف ٿي بيٺي جن سندن رت چوسي پنهنجا پيٽ ٿي ڀريا. اُهي آمريڪي سامراج جا پيچ لٽڪائو ۽ دلال هئا. جاگيردارن جون زمينون هارين ۾ مفت ۾ ورهايون ويون. صنعت ۽ واپار وارن شعبن کي ٻيهر حڪومتي تحويل ۾ ورتو ويو. هڪ متحد جمهوري چين ۾ عوامي جمهوريت پوري طاقت سان قائم ٿي وئي ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي سرواڻيءَ ۾ قائم ٿيل هڪ گهڻ پاسائين قومي حڪومت هيٺ ملڪ جي اقتصادي تبديلي يعني سوشلزم لاءِ پيش قدمي آسان ٿي وئي.

اوپر يورپ ۽ چين جي انقلاب جي تجربن مان اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي آهي ته سوشلزم جي ترقيءَ لاءِ نيون حالتون پيدا ٿي چڪيون آهن. سرمائيداريءَ جي بحران واري دؤر ۾ اجارادار سرمائيدار عوام جي ڦرلٽ جاري رکڻ لاءِ آهستي آهستي وڌيڪ وحشياڻا قدم کڻڻ لڳندا آهن. فاشزم، جنگ جدل ۽ پورهيت طبقن جي زندگي تباهه ڪري ڇڏڻ يا ڪين بک ۽ بدحاليءَ جي اوڙاهه ۾ اڇلائي ڇڏڻ درحقيقت تصوير جو هڪ پاسو آهي، تصوير جو ٻيو پاسو سوشلسٽ تحريڪ جي اوسر جو آهي، اهو آهي پورهيت طبقي ۽ مظلوم قومن جي لڳاتار مزاحمت، ۽ مارڪسي نقطه نظر تحت ڪميونسٽ پارٽين جي اها صلاحيت، جنهن تحت اهي سامراج خلاف جاري جنگ ۾ نه رڳو پورهيت طبقن بلڪ آباديءَ جي ٻين طبقن کي ڇڪي وٺي ٿي. اهڙيءَ ريت سرمائيدار ۽ سامراجي ملڪ

هوريان هوريان هيڪلا ٿيندا ويندا آهن ۽ ٻئي پاسي عوام جو اتحاد ڏينهون ڏينهن وڌندو ويجهندو رهي ٿو. امن، قومي آزادي، جمهوريت ۽ سٺائي زندگيءَ لاءِ جدوجهد جيئن پوءِ تيئن وڌندي رهي ٿي.

پر اجارادار سرمائيدارن کي آخري شڪست ڏيڻ لاءِ پورهيتن جي صفن ۾ لڪل غدارن کي چونڊي چونڊي ٻاهر ڪيڻ اٽنر هجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ مارڪسزم جي نظريي تحت هلندڙ جدوجهد، اسانکي اهو سيکاريو آهي تہ انساني سماج کي پنهنجي منزل تائين پهچائڻ وارو رستو، صرف طبقاتي جدوجهد آهي. مرندڙ جُهرندڙ طبقاتي سماج جي حاڪمن سان ڪو ٺاهہ ممڪن ئي نہ هوندو آهي. ڪا بہ ٻهروپيائيءَ واري پاليسي ملڪ اندر يا ملڪ کان ٻاهر ڪامياب ڪانہ ٿي سگهندي آهي، رڳو هڪ پاليسي ئي ڪامياب ٿي سگهي ٿي، اها آهي اجارادار سرمائيدارن جي نظام خلاف لاڳيتي ۽ اٽتڪ جدوجهد. ۽ انهيءَ ڳالهہ تي عمل ڪندي ئي پورهيت طبقي کي اُها ناقابل شڪست طاقت ۽ سگهہ ملي سگهي ٿي جيڪا کين پنهنجي منزل تائين پهچائڻ جي خاصيت رکي ٿي.

اهو سبق جيڪو مارڪس ۽ لينن ماضيءَ جي تجربي مان سکيو هو سو اسان لاءِ مشعل راهہ بڻيو آهي، تہ اعليٰ قسم جو انساني سماج رڳو سرمائيداريءَ ۽ سامراجيت مان نجات ذريعي ئي اڏي سگهجي ٿو. انهيءَ اوسر کي جاري رکڻ جو هڪ ئي طريقو آهي، اُهو هيءُ تہ پراڻي حڪمران طبقي جي باقيات خلاف اندروني محاذ توڙي پرڏيهي سامراجين خلاف جدوجهد جاري رکجي. سماج جي مڪمل تبديلي سياسي طاقت تي قبضي حاصل ڪرڻ کانپوءِ ئي ممڪن ٿي سگهي ٿي، اُن لاءِ ضروري آهي تہ پورهيت طبقي جي اڳواڻيءَ ۾ ملڪ جو سمورو عوام هڪ اهڙي پارٽيءَ جي قيادت ۾ مِڙي مُٺ ٿي وڃي، جيڪا مارڪسزم جي ڏنل شعور ۽ عمل جي ڏَس تي پوري لهڻ جي صلاحيت رکندي هجي.

سوشلزم تائين رسائي ڪا سولي ڳالھ بہ نہ آهي، پر تنهن هوندي بہ هاڻي اها راهہ ايتري ڏکي بہ نہ آهي، ڇو تہ دنيا ۾ اڻ ڳڻيون تبديليون اچي چڪيون آهن. 1917ع جي روسي انقلاب ڪانپوءِ دنيا جا هڪ ارب انسان جاگيرداريءَ ۽ سرمائيداريءَ مان نجات حاصل ڪري چڪا آهن. ڪميونسٽ پڌرنامي جي لفظن ۾ تہ "هر ماڻهوءَ جي آزاد اوسر، سڀني ماڻهن جي ترقيءَ جي ضامن آهي". اهڙيءَ ريت هاڻي زندگيءَ جي نئين سر اڏاوت وارو عمل جاري ساري آهي.

سوشلسٽ ملڪن جي ڪارنامن سبب دنيا جي مظلوم قومن ۾ پڻ آزاديءَ لاءِ اُمنگ ۽ اتساهہ وڌي رهيو آهي. هاڻي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مظلوم قومون، سامراجيت مان آزادي حاصل ڪري، پنهنجي قومن جي ترقيءَ لاءِ ڪردار ادا ڪري رهيون آهن، ۽ اهي مظلوم قومون جيڪي اڃا آزادي حاصل نہ ڪري سگهيون آهن، تن ۾ قومي آزاديءَ جون تحريڪون ڀرپور طاقت سان اسري نسري رهيون آهن.

دنيا بلڪل چٽيءَ طرح سوشلزم ڏانهن وکون وڌائي رهي آهي. سرمائيدارن ڪان دنيا جو وڏو حصو آزادي حاصل ڪري چڪو آهي. سرمائيداريءَ جي ڀڪيڙ ڏينهون ڏينهن سسندي پئي وڃي.

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ڪانپوءِ سامراجي قوتن سمجهيو ٿي تہ هاڻي اُهي آزاديءَ جي تحريڪن کي پنهنجيءَ طاقت جي ٻَل تي دٻائي ختم ڪري ڇڏيندا ۽ ڪين اها بہ خوشفهمي هئي تہ اُهي پنهنجي وحشي طاقت ذريعي سوشلسٽ ملڪن کي بہ ڇِٽي ڇڏيندا. انهي نيت سان آمريڪا، اولهہ يورپ ۽ اولهہ جرمني هڪ معاهدو پڻ ڪيو جيڪو نيٽو جي نالي سان اڃا تائين موجود ۽ مشهور آهي. ان کان علاوه ڏکڻ اوڀر ايشيا جي دفاعي تنظيم جي جوڙجڪ جو مطلب پڻ اهو هو تہ جيئن سامراجي الحاق کي سگهارو بڻائجي. برطانيا طرفان وچ-اوڀر ۾ بغداد پيڪٽ جو پڻ

اهو ئي مقصد هو. هي سڀ اتحاد سوشلسٽ ملڪن خلاف جنگي مداخلت لاءِ جوڙيا ويا هئا. ٻئي پاسي مظلوم قومن جي آزاديءَ جي جدوجهد کي چٿڻ ۽ چيپاڻڻ سندن پهرين اوليت هئي.اهو ئي سبب هو جو آمريڪا سامراج ڪوريا جي جنگ کي وڏيڪ پکيڙ ڏيئي، ان کي چين تائين ڪاهي وڃڻ جي ڪوشش تي ڪئي. ويٽنام جي آزاديءَ جي جدوجهد کي چٿڻ پنيان بہ آمريڪا جي اها ئي نيت هئي. قومي آزادين جي هن طوفان کي روڪڻ لاءِ عالمي سرمائيدار قوتن ڪانسواءِ برطانيا سلمراج،ملائشيا، ڪينيا، قبرص ۽ مصر ۾ ننگي بربريت ۽ وحشت جو مظاهرو ڪيو. انڊونيشيا جي آزاديءَ جي جدوجهد کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ هالينڊ ننهن چوٽيءَ جو زور لاتو پر ڪيس ناڪامي نصيب ٿي. فرانس، ويٽنامي ڪميونسٽ انقلابين کان شڪست کائڻ کانپوءِ، مراڪش ۽ تيونس ۾ آزاديءَ جي تحريڪن کي روڪڻ جون ڪوششون ڪرڻ لڳو ان کان علاوه الجزائر جي آزاديءَ جي تحريڪ فرانس سامراج کي رتورت ڪري ڇڏيو.

مٿي ڄاڻايل تفصيل ٻڌائڻ جو مطلب هيءُ آهي تہ مارڪسي نظريو ٻڌائي ٿو تہ اجارادار سرمائيداري پنهنجي جوهر ۾ هميشہ جنگ، جدل ۽ خونريزي جي شوقين هجي ٿي، رتوچاڻ وارو جنون سندن دماغن تي هروقت سوار هوندو آهي. مارڪسزم جو طبقاتي آجپي وارو نظريو هميشہ پورهيت طبقن کي جنگ جون حقيقتون پروڙڻ جا پئمانا ڏيئي ٿو ۽ جنگ ۽ جدل جي شوقين ۽ انساني رت جي پياسين طاقتن ۽ امن جي حامي قوتن ۾ موجود فرق سمجهائي ٿو. هڪ پاسي اهي قوتون آمريڪا سامراج جي سرپٽنچيءَ ۾ پنهنجيءَ والار لاءِ ننهن چوٽيءَ جا زور لائي، دنيا جي سوشلسٽ ملڪن کي ٻيهر فتح ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن تہ ٻئي پاسي سوشلسٽ رياستن جو پنڌ امن ۽ خوشحاليءَ ڏانهن آهي. انهن

سوشلسٽ ملڪن سان، سامراجيت مان نجات حاصل ڪندڙ دنيا جون امن پسند قومون ٻانهن ٻيلي ٻڌيل آهن ۽ اهي قومون بہ ساڻن گڏ آهن، جيڪي غلاميءَ خلاف ويڙهہ وڙهي رهيون آهن. ان ڪان علاوه سوشلسٽ ملڪن ۽ مظلوم قومن سان سرمائيدار ملڪن جو عوام بہ گڏ هوندو آهي، ڇو تہ انهن وحشي ملڪن جو عوام پنهنجي حڪمرانن جي جنگي جنون جو ٻارڻ ٻڻبو آهي.

ڇا اها حقيقت آهي تہ سامراج هر وقت جنگي جنون ۾ ورتل هجي ٿو ۽ ان ڳالهہ تي زور ڀريندو رهي ٿو تہ جنگيون اٽل آهن؟ ها، ماضيءَ جي تجربي مان تہ اهو ئي ثابت ٿئي ٿو. پر هر وقت ائين سمجهڻ بہ درست نہ آهي. انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو تہ اسين تبديل ٿيل حالتن کي چڱيءَ ريت پروڙي نہ سگهيا آهيون. اڄڪلهہ حالتون مَتجي چڪيون آهن، پر ساڳئي وقت جنگي جنون بہ اڃا زنده آهي. سامراج جو اهو رجحان سوشلسٽ ملڪن خلاف بہ آهي تہ سرمائيدار ملڪن جي هڪ ٻئي خلاف مفادن جي ويڙهاند ۾ بہ موجود آهي. اهو رجحان آزادي پسند قومن خلاف بہ برقرار آهي. پر تبديل ٿيندڙ حالتن متعلق جيڪو ذڪر ڪري آيا آهيون، تنهن مان اِها مراد آهي تہ اڄ سوشلسٽ بلاڪ بہ پنهنجي ڀرپور طاقت سان وجود رکي ٿو. اُن وٽ جوهري هٿيار بہ موجود آهن. هاڻي اُن خلاف اُڀرائي سان جنگ ڪرڻ، پنهنجي تباهيءَ کي دعوت ڏيڻ جي برابر آهي. ان ڪان علاوه مظلوم قومن طرفان هلندڙ آزاديءَ جون تحريڪون پڻ موجود آهن. ان ڪري هاڻي سامراج لاءِ ڪنهن ملڪ کي هيڪلو ڪري ڇيپاڙڻ ايترو آسان نہ آهي، جيئن انهن ماضيءَ ۾ مصر کي ڇيپاڙي ڇڏيو هو. ان ڪانسواءِ سرمائيدار ملڪن جو عوام بہ پنهنجي حڪمرانن جي جنگي جنون کي پنجوڙهنيو بيٺو آهي. مطلب تہ سامراج لاءِ هاڻي جنگ ڪرڻ ڪو آسان ڪم نہ آهي. ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ

آهي تہ هن وقت عوام جي شعوري سگهہ، سوشلسٽ ملڪن جي طاقت ۽ نين آزاد ٿيل قومن، خاص طور هندستان جي آزاديءَ ڪانپوءِ ۽ سندن امن پسند پاليسيءَ سبب جنگ جهڙي وحشت مان پاند آجا ڪرائي سگهجن ٿا. هڪ ٻئي جي آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ جي احترام، مداخلت ۽ جارحيت کان پاسو ڪرڻ جي بنيادن تي پر امن بقاءِباهمي ممڪن ٿي سگهي ٿي. ان ڪانسواءِ هر قسم جا ناتا واسطا جوڙڻ، اقتصادي سهڪار وغيره پڻ ممڪن آهي.

مارڪس پنهنجي دؤر جي حالتن کي سامهون رکندي چيو هو تہ سرمائيدار حڪمرانن مان جان آجي ڪرائڻ ۽ سوشلزم نافذ ڪرڻ لاءِ ۽ مزور طبقي طرفان اقتدار تي قبضو ڪرڻ لاءِ طاقت جو ستعمال اٽل آهي. پر لينن چيو آهي تہ پهرين مهاياري لڙائيءَ تي اهو اصول لاڳو نٿو ڪري سگهجي.

تجربي مان ثابت ٿي چڪو آهي تہ مارڪس جو طاقت ذريعي انقلاب آڻڻ وارو اصول روسي انقلاب تي پوريءَ طرح صادق اچي ٿو. ڇو تہ اُتي جهموري تبديليءَ جي بہ ڪا گنجائش موجود نہ هئي، ڇاڪاڻ تہ اُتي ڪوبہ جهموري ادارو موجود ئي نہ هو. مارڪس جو اهو اصول چين جي انقلاب تي پڻ مُندبيءَ تي تڪ جيان سؤ فيصد صحيح ثابت ٿئي ٿو. جڏهن تہ چين ۽ روس ۾ انقلاب جي اوسر بلڪل مختلف حالتن ۾ ٿي هئي.

اڄ جتي سوشلسٽ بلاڪ مضبوط ٿي رهيو آهي ۽ قومي آزاديءَ جي تحريڪن سبب سرمائيداراڻو نظام ڏينهون ڏينهن ڪوڪلو ۽ ڪمزور ٿيندو پيو وڃي، اتي سرمائيدار ملڪن ۾ پڻ ترقي پسند تحريڪون ۽ پورهيت طبقو سگهارو ٿيندو پيو وڃي. جيتوڻيڪ ڪجهہ ملڪن ۾، خاص طور آمريڪا ۾ مزورن تي روز روز نيون پابنديون مڙهجي رهيون آهن، سندن جهموري حق کسيا پيا وڃن. مارڪس لکي ٿو تہ انسان هميشہ پنهنجي لاءِ اهڙا مسئلا

پيدا ڪندو آهي، جن کي هو پاڻ حل ڪري سگهي، ڇو تہ مسئلا ان وقت پيدا ٿيندا آهن، جڏهن انهن جو حل بہ موجود هجي يا وجود ۾ اچڻ جي مرحلي ۾ هجي. پنهنجي چوڌاري فطرت جي قوتن سان لڳاتار جهيڙيندي، انسانيت پنهنجوپاڻ کي جانورن واري سطح کان بلند ڪري بيهاريو آهي، اهو سڀ ڪجهہ انساني محنت، سائنسي ۽ فني مهارت جي تجربن جو نتيجو آهي. موجوده دؤر ۾ انسانيت ان منزل تي پهچي چڪي آهي، جتي هر انسان لاءِ سکي ستابي زندگي ۽ بهتر مستقبل تعمير ڪرڻ ممڪن ٿي پيو آهي. هن وقت تاريخ ان سطح تي بيٺل آهي، جتي طبقاتي متڀيد جو خاتمو آڻي سگهجي ٿو. جنهن متڀيد انساني اوسر کي گذريل هزارين سالن کان پيرن ۾ پنجوڙ پارائي، روڪي ڇڏيو هو. هاڻي ان پستيءَ مان نڪرڻ جا امڪان پيدا ٿي چڪا آهن. ائٽمي توانائي ۽ خودڪار مشينن جو هيءُ دؤر دراصل سوشلزم جو دؤر آهي.

مارڪسزم جي سائنسي نظريي جي رهنمائي ۾، انساني آباديءَ جو هڪ وڏو حصو تاريخ جي اڳتي وڌيل مرحلي ۾ پير پائي چڪو آهي. پنهنجي عظيم تجربن ۽ روايتن جي ٻل تي ان منزل کان محروم انسانذات پڻ مارڪسزم جي رهبريءَ ۾ زبردست ڇال ڏيندي ۽ سڄيءَ دنيا ۾ هڪ سچو پچو انساني سماج يعني سوشلزم رائج ٿي ويندو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجارتي -non commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جٿن جٿن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)